تيار ڪندڙ: سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ ڄامشورو

منظور ٿيل: صوبائي محڪمہ تعليم و خواندگي ، حڪومت سنڌ

مراسلہ نمبر: سنڌ حڪومت جي تعليم ۽ خواندگيءَ واري کاتي جي مراسلي نمبر SO (G-III) SELD/3-910/18، مؤرخہ: 24 جنوري 2020 موجب سنڌ صوبي جي اسڪولن لاءِ اَخلاقيات جو واحد درسي ڪتاب

ڊائريڪٽوريٽ آف ڪريڪيولم، اسيسمينٽ اينڊ ريسرچ، سنڌ ڄامشورو جي نصابي ڪتابن جي جائزي واري صوبائي ڪاميٽي جو چڪاسيل.

نگرانِ اعليٰ: آغا سهيل احمد (چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ)

نگران: عبد الباقي ادريس السندي

ليکڪَ: ☆ پونجراج ڪيسراڻي ☆ نياز احمد راڄپر
☆ ڊاڪٽر محمد انس راڄپر

**صوبائي جائزه ڪميٽي**

☆ اي ايل جگرو ☆ محترمہ سلمہ لغاري ☆ گنيش مل -اين- آسناڻي
☆ نارائڻ داس آسناڻي ☆ نديم رياض ڊيوڊ ☆ ڊاڪٽر چمن منشا

ڪمپوزنگ ۽ لي آؤٽ ڊزائننگ: ☆ دانش ٻبر ☆ نور محمد سميجو

ڇپيندڙ:

# فهرست

باب پهريون

# قديم مذهبن جو تعارف

مالڪِ حقيقي انسان کي اخلاقيات ۽ بندگيءَ جي تعليم ڏني. پر اڳتي هلي ماڻهن پنهنجي پنهنجي سوچ مطابق نوان نوان مذهب اختيار ڪيا ۽ جنهن به شيءِ مان ڪين ڪو فائدو ٿي پهتو تنهن کي پنهنجو ديوي يا ديوتا ٿي مڃيائون، خاص طور تي فطرت جي مظهرن جهڙوڪ: سج، چنڊ، وڻن، ٻوٽن، جانورن ۽ قدرتي شين ۽ منظرن جي پوڄا ڪري هو نه صرف انهن کي خوش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا بلڪ ان سان پنهنجي دلي سڪون جو بندوبست به ڪندا هئا. هر مذهب وٽ پنهنجي پوئلڳن کي سمجهائڻ لاءِ ديوي ديوتا، پوڄا پاٺ، خاص علامتن توڙي فرضي ڪهاڻين جو جدا جدا تصور هو، جنهن سان هو انهن کي پنهنجي مذهب ڏانهن قائل ڪندا هئا.

هن باب ۾ ”فطرت جي پوڄا“ ۽ ”روح پرستي ۽ جادو“ جي سبقن تحت آسماني ديوي/ديوتا، زميني ديوي/ديوتا، ديومالائي قصن ڪهاڻين، ڏندڪٿائن، جادو، روح پرستي ۽ اشياء پرستي وغيره بابت معلومات ڏني وئي آهي.

# فطرت جي پوڄا

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگردن ۽ شاگردياڻين مان اميد رکجي ٿي تہ اهي:

- فطرت جي مظهرن جي پوڄا پاٺ ۽ اخلاقيات جي باري ۾ ڄاڻي سگهندا.
- مختصر ڪهاڻين ذريعي انسان ۽ فطرت (زميني ۽ آسماني ديوتائن) جو فرق ڄاڻي سگهندا.
- آسماني ۽ زميني ديوي/ديوتائن جي پوڄا پاٺ جي منظرڪشي ڪري سگهندا.
- خاڪن ۽ تصويرن جي ذريعي آسماني ۽ زميني ديوي/ديوتائن جو فرق واضح ڪري سگهندا.
- دنيا جي پراڻين تهذيبن جهڙوڪ: يوناني، بابلي، مصري ۽ سنڌي تهذيبن جي باري ۾ ديومالائي قصا يا ڏندڪٿائون بيان ڪري سگهندا.

ٿر ۽ ناري پٽ جي ڪَسَ تي آباد هڪ ڳوٺ ۾ هڪ سُکيو ستابو ڪٽنب رهندو هو. هن ڪٽنب جو سربراهہ، راڄ جو چڱو مڙس هو. سندس سخاوت، ڏاهپ ۽ مهمان نوازي هنڌين ماڳين مشهور هئي. هو هر روز رات جو ڪٽنب جي ٻارن کي نصيحت ڀريا نُڪتا ۽ دلچسپ قصا ۽ ڪهاڻيون ٻڌائيندو هو. جن جي ٻڌڻ سان ٻارن کي ڏاڍو مزو ايندو هو ۽ سندن ڄاڻ ۽ سمجهداري ۾ اضافو ٿيندو هو.

هڪڙي رات ڏاڏي پنهنجن پوٽن کي آڳاٽي زماني جي هڪ دلچسپ ڪهاڻي ٻڌائي:

پيارا ٻارو! هي اُن زماني جي ڳالهہ آهي، جڏهن هن ڌرتي جي گولي تي انسانن جو انگ تمام ٿورڙو هو. اُهي قدرتي ماحول ۾ ڪکاوان جهوپڙا ناهي ننڍن ڪٽنبن جي صورت ۾ رهندا هئا. انهن ٻاهہ ٻارڻ ۽ ڪاڏو پچائي کائڻ سکي ورتو هو. اُن زماني ۾ ٽن ڀاتين تي مشتمل هڪ ڪٽنب ڪنهن جهنگل جي ڀرسان رهندو هو، مرد جو نالو ڦوڳ، عورت جو نالو ڦوڳيسي ۽ ننڍڙي ٻار جو نالو هولو هو. هڪ ڏينهن هولو سخت بيمار ٿي پيو. هولوءَ جي بيماري جي ڪري سندس ماءُ ۽ پيءُ ڏاڍا پريشان رهندا هئا. اُنهن کي هولوءَ جي بيماري جو ڪو علاج ڪونہ ٿي سُجهيو. هڪ رات جو ڦوڳ جي دماغ ۾ اهو خيال آيو تہ جهوپڙي جي سامهون بيٺل وڻ جي پنن کي صاف پاڻيءَ ۾ باهہ تي ڪاڙهي هولوءَ کي پيارجي تہ مَنَ ڪو افاقو ٿي پئي! صبح جو

ڦوڳ اُن وڻ جا پن پٽي باهہ تي پاڻي ۾ ڪاڙهي، نهيل ڪاڙهو ڪجهہ ٿڌو ڪري هولوءَ کي پياريو تہ هُو ٺوبَنو ٿي ويو. هاڻي ڦوڳ ۽ ڦوڳيسي، هولوءَ سان خوش گذارڻ لڳا. ڪين انهي وڻ تي ويساهہ ٿي ويو. تہ ”انهي وڻ ۾ ضرور ڪو روح آهي جنهن اسان جي ٻچڙي کي نيڪ ڪيو آهي“، ٻنهي گڏجي چيو. پوءِ انهن اُن وڻ جي پوڄا ڪرڻ شروع ڪري ڏني، جيڪا اڄ بہ جاري آهي.

اهڙيءَ ريت انهيءَ اوائلي دؤر جي انسان فطرت جي هر انهيءَ مظهر (جنهن سان انهن کي فائدو ٿيو ٿي) جي پوڄا ڪرڻ شروع ڪري ڏني، انهن سج، چنڊ، تارن ۽ گرهن کي آسماني ديوتا ڪري ۽ جبلن، دريائن، هوا، پاڻي ۽ ڌرتيءَ کي زميني ديوي ۽ ديوتا ڪري پوڄڻ شروع ڪيو. دنيا جي قديم مذهبن جي اها ابتدائي صورت هئي.

ڪجهہ صديون گذرڻ کان پوءِ انسان ڪجهہ بهتر گهر اڏي ڳوٺن ۾ رهڻ لڳا، انهي دؤر ۾ گهڻا ماڻهو دريائن جي ڪنارن لڳ وسنديون ناهي گڏجي رهندا هئا. دجلہ ۽ فرات ندين جي ڪنارن جي پرسان بابل (ميسوپوٽيميا) ۾، نيل ندي جي ڪنارن تي مصر ۾، سنڌوندي جي ڪناري تي موئن جو دڙو ۽ يونان ۾ رهندڙ ماڻهن ۾ ڪيئي خيالي ۽ بي وجود آسماني ۽ زميني ديوي ديوتائن جون ڏندڪٿائون مشهور هيون، اُهي انهن ديومالائي ڪردارن جي پوڄا ڪندا هئا.

بابلي تهذيب جا مشهور ديوي ديوتائون اُنانا، اشتر ۽ سائيبلي هئا. مصري تهذيب جا مشهور ديوي ديوتائون نٿ، جيب ۽ آسما ديوي هئا سنڌ جي موئن جي دڙي جي تهذيب ۾ ڏڳي، لجاگوري ۽ ڌرتي ماتا کي ديوي ديوتا ڪري پوڄيو ويندو هو. يوناني تهذيب ۾ زيورس، هيرا، اطلس ۽ اينموئي نالي ديوي ۽ ديوتائن جي پوڄا ڪئي ويندي هئي. مٿين تهذيبن جا ماڻهو مٿي ڏنل آسماني ۽ زميني ديوي ديوتائن ۽ ديومالائي ڪردارن کان پنهنجي جان ۽ مال جي تحفظ، بيمارين ۽ ڏکن

سورن کان چوٽڪاري جي ڳُهر ڪري دلي سُڪون محسوس ڪندا هئا.

دلبر، ڏاڏي کي چيو: پر ڏاڏا سائين! "اڄ بہ ڪي ڍڳا ماڻهو ڳجگوڙ ۽ ڪنوڻ واري برسات دوران ڳهر تي اَڪ جي ڪاني رکندا آهن".

ڏاڏي چيو:"انهن جو ويساهہ هوندو آهي تہ اَڪ تي ڪنوڻ ڪونہ ڪِرندي آهي."

ڏاڏي وڌيڪ چيو تہ اڄوڪي زماني ۾ ٻتر واري پاسي عورتون پپر جي وڻ ۽ تُلسِي جي ٻوٽي جي پوڄا ڪنديون آهن، اهي بہ اوائلي مذهبن جون نشانيون آهن.

## سبق جو خلاصو

آڳاٽي زماني ۾ هڪ جهنگل جي پرسان هڪ ڪٽنب رهندو هو. هن ڪٽنب ۾ ٽي ياتي هئا. هڪ دفعي انهيءَ ڪٽنب جو ننڍو ٻار سخت بيمار ٿي پيو، ٻار جي پيءُ هن کي گهر اڳيان بينل وڻ جا پن ڪاڙهي پياريا تہ چوڪرو ٺيڪ ٿي پيو، انهي ڪري ڪٽنب جي ياتين هن وڻ کي ديوتا سمجهي پوڄا شروع ڪري ڏني. اهڙي نموني اهي فطرت جي مظهرن جي پوڄا ڪرڻ لڳا. موئن جي دڙي، بابل، مصر ۽ يونان جا ماڻهو بہ انهن ديومالائي ڪردارن ۽ آسماني ۽ زميني ديوي ديوتائن جي پوڄا ڪندا هئا، اهي پوڄا واريون رسمون پراڻن مذهبن جون ابتدائي صورتون هيون.

## مشق

### شاگردن ۽ شاگرديائين لاءِ سرگرمي:

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

1. ڏاڏي ۾ ڪهڙيون خوبيون هيون؟
2. ڦوڳ وڻ جي پوڄا ڪيئن شروع ڪئي؟
3. اوائلي دؤر جي ماڻهن پنهنجون وسنديون ڪٿي ناهڻ شروع ڪيون؟
4. موئن جي دڙي جا ماڻهو ڇا جي پوڄا ڪندا هئا؟
5. آڳاٽي دؤر جي يوناني ديوي ديوتائن جا نالا ٻڌايو؟
6. رات جو سمهڻ مهل ٻارن کي آکاڻي ٻڌائڻ ڇو ضروري آهي؟

## (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. ڏاڏي جي ڪهاڻين ٻڌڻ سان ٻارن جي ............ ۽ ............ ۾ اضافو ٿيندو هو.
2. ڦوڳ ۽ ڦوڳيسي جي پٽ جو نالو .................. هو.
3. ڦوڳ پنهنجي بيمار پٽ کي .................. پياريو.
4. فطرت جي مظهرن جي پوڄا مذهبن جي ................ صورت هئي.
5. آڳاٽي زماني ۾ سنڌوندي جي ڪناري تي .................... شهر آباد هو.

## (ج) حصي"الف" کي حصي"ب" سان ملائي جملو درست ڪريو:

| حصو- الف | حصو- ب |
|---|---|
| • بابلي تهذيب جون ديوي ديوتائون | • ڏيڳي لڄاگوري ۽ ڌرتي ماتا جي پوڄا ڪئي ويندي هئي. |
| • مصري تهذيب جون ديوي ديوتائون | • زيورس، هيرا، اطلس ۽ انيموئي ديوتائن ۽ ديوين جي پوڄا ڪندا هئا. |
| • سنڌ جي تهذيب موئن جي دڙي ۾ | • انانا، اشتر ۽ سائبلي هئا. |
| • يونان ۾ ماڻهو | • پپر جي وڻ ۽ تُلسِي جي ٻوٽي جي پوڄا ڪن ٿيون. |
| • ٿر ۾ عورتون اڄوڪي زماني ۾ بہ | • نٽ، جيب ۽ آسما ديوي هئا. |

### استادن لاءِ سرگرمي

- استادَ شاگردن ۽ شاگردياڻين کي هدايت ڪن تہ اهي موئن جي دڙي مان لڌل شين جا فوٽو گڏ ڪري هڪ وڏي شيٽ تي چنبڙائي ڪلاس روم جي ڀت تي لڳائين.
- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي هدايت ڪن تہ اهي فطرت جي مظهرن جي پوڄا جون تصويرون ناهين.

| نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ | |
| --- | --- |
| **لفظ** | **معنيٰ** |
| افاقو | آرام، صحت ۾ بهتري اچڻ |
| ويساهه | اعتبار |
| مظهرن | نظارن، شين، وڻن ٻوٽن، جانورن وغيره. |
| ديومالائي | مافوق الفطرت، سمجهه کان مٿاهون، ديوي ديوتائن سان لاڳاپيل قصا |
| وسنديون | بستيون |
| ڏندڪٿائون | مشهور زباني آکاڻيون جيڪي زمانن کان هلندڙ هجن. |
| تحفظ | بچاءُ |
| ڪَس | حد، ڪنارو |
| ٺوبَنو | چاڪ ، چگّو پلو |

# روح پرستي ۽ جادو

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگردن ۽ شاگرديائڻين مان اميد رکجي ٿي ته اهي:

- شڪلين ذريعي ڄاڻي سگهندا ته روح پرستي ڇا آهي.
- جادوئي ڪهاڻيون پڙهي لطف اندوز ٿي سگهندا.
- روح پرستي ۽ جادو جو مطلب بيان ڪري سگهندا.
- تصويرن ۽ آکاڻين ذريعي جادو ۽ ڪاري جادو ۾ فرق سمجهي سگهندا.
- خاص نشان واري نظريي جي وضاحت ڪري سگهندا.
- ڪٽنب ۽ قبيلي جي خاص نشانن يا علامتن جي وچ ۾ فرق بيان ڪري سگهندا.
- خاص نشان يا علامت جي تصوير ڪڍي سگهندا.
- آکاڻين پڙهڻ ۾ دلچسپي وٺندا.
- آکاڻي ۽ ديومالائي قصي ۾ فرق ڪي سمجهي سگهندا.
- ايسپ جي آکاڻي ۽ ان مان ملندڙ نصيحت بيان ڪري سگهندا.

ڪلاس ٽئين جو استاد موڪل تي هو، تنهنڪري هڪ ٻيو اُستاد شاگردن کي ڪلاس ۾ پڙهائڻ لاءِ آيو.

اُستاد: السلام عليڪم

سڀني شاگردن اُستاد جي احترام ۾ اُٿي بيهي چيو: وعليڪم السلام

اُستاد سڀني شاگردن کي ويهڻ لاءِ چيو ۽ پوءِ ڪلاس کي مصروف رکڻ ۽ سندن مذهبي معلومات ۾ اضافو ڪرڻ لاءِ چيو ته اڄ اوهان مون کان پراڻن مذهبن جي باري ۾ سوال پڇي سگهو ٿا.

انهيءَ تي مهتاب اُٿي بيٺو ۽ سوال پڇڻ لڳو. سائين! گذريل رات منهنجي ڏاڏي اسان ٻارن کي قديم زماني جي ماڻهن جي قدرتي نظارن ۽ شين جي پوڄا بابت هڪ دلچسپ ڪهاڻي ٻڌائي هئي. اوهان مهرباني ڪري اوائلي دؤر جي ماڻهن جي مذهبن ۽ پوڄا ڪرڻ جي طريقن بابت اڄ پوري ڪلاس کي ٻڌايو.

اُستاد: مهتاب! توهان سٺو سوال ڪيو آهي، آءٌ اوهان کي پراڻي زماني جي مذهبن جي بڻ بنياد، روح پرستي، جادو، ٽوڻن ڦيڻن، ڏنڊڪٽائن ۽ ريتن رسمن جي باري ۾ ٻڌايان ٿو.

روح پرستي (Animism) مان مراد آهي تہ ماڻهن جو وڻن، بي جان شين ۽ فطرت جي مظهرن ۾ روح جي وجود ۾ عقيدو رکڻ.

مشهور فلسفي هربرٽ اسپينسر ۽ ايڊورڊ ٽيلر جو خيال آهي تہ اوائلي دؤر جو انسان سمجهندو هو تہ جاندار توڙي بي جان شين ۾ روح آهي. هو پنهنجي باري ۾ هيئن سمجهندو هو تہ هن جو روح بہ خواب يا سپني وقت ٻاهر نڪري ويندو آهي. ساڳي نموني ۾ هو سمجهندو هو تہ جانورن ۽ ٻين شين ۾ بہ روح آهي ۽ اهو جانورن ۽ انسانن جي مرڻ کان پوءِ بہ ڀٽڪندو رهندو آهي. هن کي مافوق الفطرت طاقتون حاصل هونديون آهن. اهڙي ريت انهن پنهنجن پِترن يعني مري ويل مائٽن کي پوڄڻ شروع ڪيو.

جادو (Magic) مان مراد آهي سحر، طلسم، پراسرار طريقي جو مفروضو ۽ سمجهہ کان ٻاهر نتيجا ڏيڻ جي صلاحيت کي مڃڻ.

آڳاٽي دؤر جو انسان ٻين ماڻهن کي پنهنجي منشا مطابق هلائڻ، جانورن ۽ فصلن جي واڌ ويجهہ ۽ انهن مان فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ جادوئي عمل، ٽوٽا ڦيٽا ڪندو هو، اهڙي طريقي سان هو ڪنهن اڻ ڏٺل ۽ هر ڪنهن کي سمجهہ ۾ نہ ايندڙ طاقت تي يقين رکندو هو ۽ هو انهن طاقتن کي راضي ڪرڻ لاءِ ڪي پوڄائون ۽ ٽوٽا ڦيٽا پڻ ڪندو هو.

**جادوءَ ۽ ڪاري جادوءَ ۾ فرق:** جادوگر ماڻهن کي خوش ڪرڻ يا انهن تي پنهنجو اثر ويهارڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. انهي مان ڪا شيءِ تيزي سان گُم ڪري ڇڏبي آهي يا بدلائي ڇڏبي آهي. انهيءَ ۾ گهڻو ڪمال هٿ جي صفائيءَ جو هوندو آهي، جادو ۾ ڪنهن جو نقصان ڪونہ ٿيندو آهي، پر ان جي ابتڙ ڪارو جادو ٻين ماڻهن جي برائي ڪرڻ يا ڪين نقصان پهچائڻ جي نيت سان ڪيو ويندو آهي.

**خاص نشان وارو نظريو (Totemism):** اوائلي دؤر ۾ ڪو ڪٽنب يا قبيلو پنهنجو هڪ خاص نشان يا علامت مقرر ڪري ڇڏيندو هو. جنهن جي ذريعي سان هڪ خاندان يا قبيلو پنهنجي عقيدت جو اظهار ڪندو هو، اهو گروپ ڪنهن جانور، پکي، ٻوٽي يا ڪنهن شيءِ کي پاڻ تي مهربان هئڻ جو يقين رکندڙ هوندو هو، انهيءَ ٽوٽم يا خاص نشان کي هرويرو ديوي يا ديوتا ڪونہ سمجهيو ويندو هو پر انهيءَ لاءِ پنهنجي دل ۾ وڏو احترام ۽ عقيدت هوندي هئن.

**آکاڻي (Fable):** فيبل هڪ مختصر تمثيلي ڪهاڻي هوندي آهي، خاص طور تي اهڙي آکاڻي جنهن ۾ جانورانسانن جهڙو ڪردار ادا ڪندڙ هوندا آهن، انهن ۾ انسانن جهڙي ذهانت ۽ ڳالهہ ٻولهہ هوندي آهي ۽ اها نصيحت ڀَري هوندي آهي. پوري دنيا ۾ "ايسپ جون آکاڻيون" ڏاڍيون مشهور آهن، اُهي اسڪولن ۾ پڙهايون وڃن ٿيون ۽ انهن جي ذريعي شاگردن کي نصيحت ڀريا نُڪتا سمجهايا وڃن ٿا، جيئن "سَهي ۽ ڪچوءَ جي آکاڻي" وغيره.

**ڏندڪٿائون (Myths):** اها هڪ فرضي ڪهاڻي هوندي آهي، جيڪا تصوراتي ۽ مافوق الفطرت خيالن تي ٻڌل هوندي آهي، اها ديومالائي ڪردارن تي مشتمل هوندي آهي، پراڻين تهذيبن جا ماڻهو اهڙن ديومالائي ڪردارن جي پوڄا ڪندا هئا.

اهڙي طرح قديم زماني جا مذهب روح پرستي، جادو ۽ ڏندڪٿائن وارن عقيدن ۽ پوڄا جي طريقن تي ٻڌل هوندا هئا.

## سبق جو خلاصو

اوائلي دؤر جا ماڻهو روح پرستي، جادوئي عملن، ٽوٽن ڦيٽن ۽ ديومالائي ڏندڪٿائن تي يقين رکندڙ هئا، اُهي فطرت جي مظهرن جي پوڄا ڪندا هئا، اهي سمجهہ ۾ نہ ايندڙ مافوق الفطرت طاقتن کان مدد گهرندا هئا. انهن ۾ ڪٽنبن ۽ قبيلن جي لاءِ جدا جدا خاص نشان يا علامتون مقرر ٿيل هونديون هيون، جن سان اُهي ذاتي عقيدت رکندا هئا.

## مشق

### شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي:

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. روح پرستي مان مراد ڇا آهي؟
2. ٻين کي نقصان پهچائڻ لاءِ ڪيل جادو کي ڇا چئبو آهي؟
3. ٽوٽم ڇا کي چئبو آهي؟
4. فيبل جا ڪردار ڪير هوندا آهن؟
5. ڏندڪٿا ڪهڙن خيالن تي ٻڌل هوندي آهي؟
6. سهي ۽ ڪچونءَ جي آکاڻي مان ڪهڙي نصيحت ملي ٿي؟

### (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. آڳاٽي زماني ۾ ٻين ماڻهن کي پنهنجي منشا مطابق هلائڻ لاءِ انهن تي ........................ ڪيو ويندو هو.
2. اسڪولن ۾ "ايسپ جي آکاڻين" جي ذريعي شاگردن کي ........................ سمجهايا وڃن ٿا.
3. عام طرح سان جادوگر جو جادو حقيقت ۾ .................. هوندو آهي.
4. اهڙي ريت انهن ...............يعني مري ويل مائٽن کي پوڄڻ شروع ڪيو.

### (ج) حصي "الف" کي حصي "ب" سان ملائي جملو درست ڪريو:

| حصو - الف | حصو - ب |
|---|---|
| • اوائلي دؤر جو انسان سمجهندو هو تہ | • جنهن جي ڪردارن ۾ انسانن جهڙي ذهانت هوندي آهي. |
| • پراڻي زماني ۾ فصل سنا ٿيڻ لاءِ | • ديو مالائي ڪردارن کان مدد گهرندا هئا. |
| • فيبل هڪ مختصر ڪهاڻي آهي | • جاندار توڙي بي جان شين ۾ روح آهي. |
| • ڪٽنبن ۽ قبيلن کي پنهنجي ٽوٽم سان | • جادوئي عمل يا ٽوٽا ٽيٽا بہ ڪيا ويندا هئا. |
| • اوائلي دؤر جا ماڻهو | • ڏاڍي عقيدت هوندي هئي |

## استادن لاءِ سرگرمي

- شاگردن جا ٻہ گروپ ٺاهيو، هڪ گروپ کي ڪا جادوئي ڪهاڻي ۽ ٻئي گروپ کي ڪا ايسپ جي آکاڻي لکي اچڻ لاءِ چوو.
- شاگردن کي مختلف مذهبن ۽ ڌرمن جي خاص نشانين جا فوٽو گڏ ڪري اچڻ ۽ انهن کي شيٽ تي چنبڙائي ڪلاس جي ڀت تي ٽنگڻ لاءِ هدايت ڪن.

| نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ | |
|---|---|
| **لفظ** | **معنيٰ** |
| پُراسرار | حيرت انگيز، راز سان ڀريل |
| مافوق الفطرت | عام ماڻهو جي عقل ۽ ذهن کان مٿيرو |
| مفروضو | قياس، گمان تي فرض ڪري سمجهڻ |
| طلسم | جادو |
| منشا | مرضي |
| تصوراتي | خيالي |
| ڪمال | هنر، گُڻ |
| سحر | جادوئي اثر. |
| مختصر | ٿورو، گهٽ |
| تمثيلي | ڊرامائي |
| عقيدت | مذهبي اصولن تي ڀروسو |

# سماجي ۽ اخلاقي قدرَ

هر مذهب پنهنجي پوئلڳن کي نيڪي ۽ برائيءَ جي پارت ڪري ٿو. سچائي، وعدو پاڙڻ، وڏن جو ادب ڪرڻ ۽ ٻين جي ڪم اچڻ وغيره نيڪيءَ جا ڪم آهن ساڳي نموني ڪوڙ، ظلم، وعدي خلافي ۽ وڏن جي بي ادبي ڪرڻ نهايت برا ڪم آهن. اهڙين سنين عادتن کي اپنائڻ ۽ برين ڳالهين کان بچڻ کي ”اخلاقي قدُرَ“ چيو وجي ٿو.

هن باب ۾ اخلاقي قدرن کي اپارڻ لاءِ جيڪي سبق شامل ڪيا ويا آهن تن مان هنن ڳالهين تي روشني پوي ٿي: اخلاقي قدرن جي اهميت، مذهب ۽ اخلاقيات جي وچ ۾ تعلق، زندگي جي اهميت، ڌرتيءَ تي موجود انساني، حيواني ۽ ٻوٽن جي زندگي لاءِ احترام، ٻوٽن جي حياتي، سيئي انسان ڄائي ڄم کان برابر آهن، ذات پات، نسل، جنس، سماجي رتبي، پيشي ۽ مذهب جي مت ڀيد ڪانسواءِ سڀني انسانن جو احترام، علم جي اهميت ۽ صفائي سترائيءَ جا فائدا.

# اخلاقي قدرن جي اهميت

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگردن ۽ شاگرديائين مان اميد رکجي ٿي ته اهي:

- لفظ "قدر" جو مفهوم بيان ڪري سگهندا ۽ اخلاقي قدرن جي فهرست ناهي سگهندا.
- ڄاڻندا ته اخلاقي قدرن تي عمل ڪرڻ سان ماڻهو جو پنهنجو به ڀلو ٿيندو.
- سمجهندا ته مذهبَ به اخلاقي قدرن جو ذريعو آهن.
- اخلاقي ضابطي تي عمل ڪرڻ سان سيني ڌرمن ۽ مذهبن جا پوئلڳ باهمي هم آهنگي سان هڪ سُکي، خوشحال ۽ پُراَمن زندگي گذاري سگهندا.
- دلي طرح مڃيندا سيئي مذهب پنهنجن پوئلڳن کي اعليٰ اخلاقي ضابطن تي عمل ڪرڻ لاءِ راغب ڪن ٿا. محسوس ڪندا.

لفظ "قدر" جو مفهوم اخلاقي لڇڻ، اصول، ماپا ۽ معيار آهي.

جهڙوڪ سچائي، ايمانداري، حب الوطني، وقت جي پابندي وغيره.

انساني زندگيءَ ۾ اعليٰ اخلاقي قدرن جي تمام گهڻي اهميت آهي. ڇاڪاڻ ته انهن تي عمل ڪرڻ سان ماڻهو کي هيٺيان فائدا حاصل ٿين ٿا مثلا:

- انسان جي پنهنجي ناماچاري وڌي ٿي ۽ سندس سُٺي ساکَ قائم ٿئي ٿي.
- ان جي ذات سان قوم ۽ ملڪ کي فائدو ٿئي ٿو.
- ان جي ايمانداري، سچائي، هر معاملي ۾ چٽائي ۽ ديانتداري سان سندس سڄڻن، دوستن ۽ خيرخواهن جو تعداد ڏينهون ڏينهن وڌندو رهي ٿو.
- پنهنجا واعدا ۽ عهد پورا ڪرڻ جي ڪري سندس پنهنجن مائٽن، گراهڪن، انتظاميہ، ڪمپني مالڪن ۽ سماج جي هر ماڻهوءَ سان بهتر تعلقات قائم رهن ٿا.
- سندس مثال سان ملڪ جي نوجوانن ۾ به اعليٰ اخلاقي قدرن تي عمل ڪرڻ جو اُتساهه پيدا ٿئي ٿو.
- هو پاڻ هڪ سُکي، خوشحال، پُرامن، باوقار ۽ شاندار زندگي گذاري سگهي ٿو، ٻيا ماڻهو به انهي کان متاثر ٿين ٿا ۽ آهستي آهستي سمورو سماج به سڌري وڃي ٿو.

اخلاقي قدرن جي اهميت اجاگر ڪرڻ لاءِ مذهبي تعليمات جي استاد شاگردن کي هڪ آکاڻي ٻڌائي:

هڪ دفعي جي ڳالهہ آهي تہ هڪ شهر ۾ هڪ ڪاٺير رهندو هو، هو هر روز جهنگ ۾ وڃي ڪاٺيون وڍي آڻي شهر ۾ وڪڻندو هو، ڪيس جيڪو پئسو ملندو هو، انهي مان پنهنجو گذر سفر ڪندو هو، هو ڏاڍو صابرين، سچار ۽ ايماندار هوندو هو، هڪ ڏينهن هو جهنگ ۾ وهندڙ درياءَ جي ڪناري تي ڪاٺيون وڍي رهيو هو تہ سندس ڪهاڙي هٿ مان ڇڏائي درياءَ ۾ ڪِري پيئي. هو ڏاڍو پريشان ٿي ويو ۽ سوچڻ لڳو تہ هاڻي آءٌ ڪاٺيون ڪيئن وڍيندس. مون وٽ تہ نئين ڪهاڙي خريد ڪرڻ جيترا پئسا بہ نہ آهن، اهو سوچي ويچارو پريشاني وچان روئڻ لڳو.

سندس روئڻ جي آواز تي اوچتو هڪ فرشتو انساني روپ ۾اچي ظاهر ٿيو، فرشتي پڇيو: اي ڪاٺير! تون ڇو پيو روئين؟ هن وراڻيو تہ منهنجي ڪُهاڙي درياءَ ۾ ڪِري پئي آهي، هاڻي ڪُهاڙي کانسواءِ آءٌ پنهنجي روزي ڪيئن ڪمائيندس، هاڻي تہ آءٌ ۽ منهنجا ٻچا بک مري وينداسين! فرشتي کي هن تي رحم اچي ويو، هو ٽٻي هڻي هڪ سوني ڪُهاڙي پاڻي مان ڪڍي آيو ۽ ڪاٺير کي ڏيڻ لڳو تہ ڪاٺير اها وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، چيائين تہ اها منهنجي ناهي، فرشتي ٻيهر ٽٻي هڻي پاڻي مان هڪ چانديءَ جي ڪُهاڙي ڪڍي آڻي کيس ڏني، پر ڪاٺير اها بہ وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. چوڻ لڳو تہ منهنجي ڪُهاڙي سون يا چانديءَ جي نهيل ڪونہ هئي. تنهن تي فرشتي وري ٽٻي هڻي ان جي پنهنجي لوهي ڪُهاڙي ڪڍي آڻي هن کي ڏني جيڪا هن خوشيءَ سان ورتي ۽ فرشتي جا احسان مڃڻ لڳو. فرشتو بہ هن جو اعليٰ

اخلاقي ڪردار ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ انعام طور اهي ٻيئي سون ۽ چانديءَ جون نهيل ڪُهاڙيون بہ پاڻي مان ڪڍي آڻي هن کي ڏنيون.

انهيءَ ڪهاڻي مان اسان کي اهو اخلاقي سبق ٿو ملي تہ: ”ايمانداري هڪ بهترين عمل آهي. اهڙي ايماندار ماڻهوءَ کي اعليٰ اخلاقي قدرن جو هڪ ڏينهن ضرور بهترين انعام ملي ٿو.“

## مذهب ۽ اخلاقيات جي وچ ۾ تعلق

هر مذهب ۾ انساني ڪردار جي تعمير جي وڏي اهميت آهي، مذهب پنهنجي پوئلڳن کي سٺي اخلاق رکڻ جي تلقين ڪري ٿو. عام زندگيءَ ۾ مالڪ حقيقي کي ياد ڪرڻ، ديانتداري سان روزي ڪمائڻ ۽ ٻين جو ڀلو ڪرڻ سان ئي ماڻهو هڪ بهترين انسان بڻجي ٿو.

اخلاقيات جو علم بہ ساڳيو ڪم ڪري ٿو، جيڪو ماڻهوءَ جي اخلاق ۽ ڪردار جي تعمير ڪري ٿو، ان کي اعليٰ اخلاقي قدر سيکاري کيس هڪ بهترين انسان بڻائي ٿو، انهي ڪري مذهب ۽ اخلاقيات جو پاڻ ۾ تمام گهِرو تعلق آهي.

## سبق جو خلاصو

انساني زندگي ۾ اعليٰ انساني قدرن جي تمام گهڻي اهميت آهي، چاڪاڻ تہ انهن تي عمل ڪرڻ سان ماڻهوءَ جي پنهنجي ساک سٺي ٿئي ٿي ۽ هن جي ذات مان ملڪ ۽ قوم کي فائدو ٿئي ٿو، کيس ڏسي ٻيا بہ سٺا انسان ٿيڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ۽ آهستي آهستي سڄو سماج بہ سڌري پوي ٿو.

مذهبي تعليمات جي استاد صاحب ٻارن کي هڪ آکاڻي ٻڌائي جنهن مان اخلاقي سبق مليو ٿي تہ اعليٰ اخلاقي قدرن جو هڪ ڏينهن ضرور بهترين انعام ملي ٿو.

هر مذهب پنهنجي پوئلڳن جي اخلاق ۽ ڪردار جي تعمير ڪري ٿو، اخلاقيات جو علم بہ اهو ساڳيو ڪم ڪري ٿو، تنهنڪري انهن ٻنهي جي وچ ۾ گهِرو لاڳاپو آهي.

## مشق

### شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي:

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1. انساني زندگي ۾ اعليٰ اخلاقي قدرن جي ڪهڙي اهميت آهي؟
2. اخلاقي قدرن تي عمل ڪرڻ سان ڪنهن جو ڀلو ٿئي ٿو؟
3. ڪانير جهنگ ۾ ڇو روئڻ لڳو؟
4. فرشتي هن کي پهرئين ڀيري ڪهڙي ڪُهاڙي آڻي ڏني؟
5. مذهب ۽ اخلاقيات ۾ ڪهڙين ڳالهين جي هڪجهڙائي آهي؟

**(ب) هيٺيان خال ڀريو:**

1. اخلاقي قدرن تي عمل ڪرڻ سان انسان جي پنهنجي ................ وڌي ٿي.
2. ڪنهن ماڻهو کي اعليٰ اخلاقي قدرن تي عمل ڪندي ڏسي، نوجوانن ۾ بہ اهڙو ...................... پيدا ٿئي ٿو.
3. هڪ ڏينهن ڪانير جي ڪُهاڙي ............... ۾ ڪِري پيئي.
4. فرشتي ٻئي دفعي ڪانير کي...................... جي ٺهيل ڪُهاڙي آڻي ڏني.
5. هر مذهب ۾ انساني ڪردار جي تعمير جي وڏي ................ آهي.

**(ج) صحيح جملي جي آخر ۾ "✓" ۽ غلط جي پويان " X " جو نشان لڳايو:**

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| • اعليٰ اخلاقي قدرن تي عمل ڪندڙ انسان جي شخصيت باوقار بڻجي ٿي. | | |
| • سوني ڪُهاڙي ملڻ سان ڪانير ڏاڍو خوش ٿيو. | | |
| • پنهنجي اصلي لوهي ڪُهاڙي ملڻ سان ڪانير خوش ڪونہ ٿيو. | | |
| • مذهب ۽ اخلاقيات انسان کي بهترين انسان بڻائين ٿا. | | |
| • وعدا ۽ عهد پورا ڪرڻ سان هڪ ماڻهوءَ جا ٻين ماڻهن سان تعلقات خراب ٿين ٿا. | | |

## استادن لاءِ سرگرمي

- استادَ شاگردن ۽ شاگردياڻين کي اعليٰ اخلاقي قدرن جي فهرست ٺاهي اچڻ لاءِ چون.
- اخلاقي قدرن جي اهميت تي هڪ تقريري مقابلو ڪرائين.

| نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ | |
| --- | --- |
| لفظ | معنيٰ |
| ساک | نيڪ نامي، ڀرم، شهرت |
| اُجاگر | ظاهر، پڌرو |
| تعلقات | لاڳاپا، واسطا |
| احسان | ٿورو |
| اُتساهه | جذبو |
| تلقين | تاڪيد، هدايت |
| باوقار | شانائتو |
| گهِرو | گهاٽو |

# اخلاقي قدر

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگردن ۾ شاگرديائڻين مان اميد رکجي ٿي ته اهي:

- سمجهي سگهندا ته ڌرتيءَ تي موجود هر زندگي اهم آهي.
- سمجهي سگهندا ته انساني زندگي جي اهميت سڀني کان مٿاهين آهي، انسان مالڪِ حقيقي جي وڏي ۾ وڏي ۽ اهم ترين مخلوق آهي.
- ڄاڻندا ته اسان انسان مالڪِ حقيقي جي سموري مخلوق يعني جانورن ۽ ٻوٽن وغيره جا تمام گهڻا قرضدار آهيون.
- احساس پيدا ٿيندو ته جانورن ۽ پکين تي رحم ڪرڻ گهرجي.
- سمجهندا ته وڻن، ٻوٽن ۽ ٻيلن جي واڌويجهه ماحول لاءِ بلڪل ضروري آهي.
- ماحول کي صاف سٿرو رکڻ جو احساس پيدا ٿيندو ۽ انهن ۾ قدرتي ماحول ۽ قدرتي مخلوق لاءِ عزت ۽ احترام آهي.
- ماحول کي صاف سٿرو رکڻ لاءِ احتياطي اُپاءَ وٺندا.

مذهبي تعليمات جي استاد ڪلاس ۾ ايندي ئي پاڻ سان گڏ آندل هڪ تصوير ڏيکاري شاگردن کان سوال پڇيو: هن تصوير ۾ اوهان ڪهڙيون جاندار شيون ڏسو ٿا؟ پٽ وڪرم! تون ٻڌاءِ.

وڪرم جواب ڏنو: هن تصوير ۾ اسان، انسان، جانور، پکي، جيت ۽ پاڻي ۾ رهندڙ مڇيون وغيره ڏسي سگهون ٿا.

استاد: پيارا ٻارؤ! هن تصوير ۾ وڻ ۽ ٻوٽا ٻه نظر اچن پيا. اهي ٻه جاندار شيون آهن ڇاڪاڻ ته انهن جي ٻه واڌ ويجهه ٿيندي رهندي آهي.

## پکي ۽ جانور

مالڪِ حقيقي انسان جو پنهنجي سموري مخلوق کان مٿاهون درجو رکيو آهي، تنهنڪري انسان کي اشرف المخلوقات سڏيو ويندو آهي. اشرف المخلوقات هئڻ جي حيثيت ۾ انسان جي اها ٻه اهم ذميواري آهي ته اهو دنيا جي ٻين سيني جاندارن جي حفاظت ڪري ۽ مناسب سارسنڀال لهي، ڇاڪاڻ ته خود انسان جي جياپي جو دارومدار ٻين جاندار شين تي آهي. جانور ۽ پکي پڪڻ اسان لاءِ تمام گهڻا فائديمند آهن. انسانن جي زندگيءَ جو دارومدار جانورن، پکين، وڻن ۽ ٻوٽن تي آهي، اُهي انساني حياتيءَ کي قائم رکڻ لاءِ خوراڪ ۽ بهتر ماحول مهيا ڪن ٿا.

آڳاٽي زماني ۾ چين ملڪ تي مائوزي تنگ نالي بادشاهه جي حڪومت هئي، اتان جا ماڻهو ڇانورن جو فصل ڪاهيندا هئا. هڪ دفعي بادشاهه کي ٻڌايو ويو ته هر سال جنگلي جانور ۽ پکي پکڻ تمام گهڻو فصل ڪائي وڃن ٿا، جنهن ڪري اناج گهٽ ٿئي ٿو ۽ ماڻهن کي نقصان ٿئي ٿو. حڪومت طرفان اعلان ڪيو ويو ته اهڙن جانورن کي ماريو وڃي ۽ پکين کي ٻه ڦاسايو يا ماريو وڃي. اهڙي طرح جانور ۽ پکي مار مهم شروع ڪئي وئي. ٻن سالن تائين پکين ۽ جانورن کي ماري ختم ڪيو ويو رڳو ٿورن جهنگلي جانورن ۽ پکين جو بچاءُ ٿيو جيڪي فصلن ۽ آبادي کان پري ڪن هنڌن تي وڃي لڪا.

ٻن سالن کان پوءِ ماڻهن ڏٺو ته ڇانورن جو فصل خراب ٿي رهيو آهي، جنهن جو سبب جيت جڻا ۽ ڪيڙا هئا جيڪي فصل ۽ اناج ڪائي چٽ ڪري رهيا هئا. اهڙي نقصانڪار جيتن کي پهريان پکي پکڻ ڪائي ڇڏيندا هئا ۽ فصل بهتر ٿيندو هو ۽ ان جي عيوض پکي توڙي جانور تمام ٿورو اناج ڪائيندا هئا، تڏهن سرڪار کي احساس ٿيو ته واقعي جانور ۽ پکي فصلن جي لاءِ نقصانڪار نه بلڪ فائديمند هئا پوءِ اعلان ڪيو ويو ته هاڻي ڪير ٻه پکين ۽ جانورن کي فصل تي اچڻ کان نه روڪي، پر ماحول جو توازن خراب ٿي چڪو هو، پکين ۽ جانورن جي نه هجڻ ڪري فصل ڪيڙن ۽ جيتن جي ور چڙهي ويو. پوري ملڪ ۾ ڪاڌي جي تمام گهڻي کوٽ ٿي پئي ۽ ڏڪار جي ڪري لکين ماڻهو مري ويا.

تنهنڪري پکين ۽ جانورن جي ماحول لاءِ بيحد گھڻي اهميت آهي، ان سان گڏ پکين مان اسان کي گوشت ۽ آنا جڏهن تہ جانورن مان کير ۽ گوشت ملي ٿو. انهن جي کلن مان بوٽ ۽ جئڪيٽ ٺاهيا ويندا آهن. انهن جي وارَن مان گرم ڪپڙا ٺاهيا وڃن ٿا. جانور سواري ڪرڻ، بار ڪڻڻ ۽ هر ڪاهڻ لاءِ بہ ڪم ايندا آهن.

## وڻ ۽ ٻوٽا

جيوڻ جڏهن اسڪول جي موڪلن ۾ ڳوٺ آيو تہ هن پنهنجي ڏاڏي کي باغيچي ۾ ٻوٽا ۽ وڻ پوکيندي ڏٺو. هن ڏاڏي کان پڇيو تہ ڏاڏا سائين! اوهين ايترا وڻ ۽ ٻوٽا ڇو پيا هڻو؟ ڏاڏي وراڻيو: پُٽ!وڻ ٽڻ ۽ ٻوٽا اسان جي آسپاس جي ماحول کي خوبصورت بڻائن ٿا. انهن مان آڪسيجن، ميوا، ڪؤنر ۽ چوپائي مال جو چارو ملي ٿو، وڻن جي ڪاٺ مان اسان کي ٻيا بہ ڪيترائي فائدا آهن، وڻ برسات پوڻ جو سبب بڻجن ٿا.

جيوڻ: ڏاڏا سائين! اوهان تہ تمام گھڻو پوڙها آهيو، هي ٻوٽا جڏهن وڏا ٿيندا تہ پوءِ ئي ڦل ڏيندا ۽ اوهين اهو متان نہ کائو، پوءِ اوهين ايڏي محنت ڇو پيا ڪريو؟

ڏاڏو : پُٽ! اهو تہ نيڪيءَ جو ڪم آهي، منهنجن وڏڙن جي پوکيل وڻن جو ميوو مون کاڌو ۽ هنن وڻن جو ميوو وري اوهان کائيندا ۽ اهو سلسلو پيو هلندو.

جيوڻ: ڏاڏا! ان لاءِ اسان کي ڇا ڪرڻ گھرجي؟

ڏاڏو : پُٽ! اسان هڪ خوبصورت ماحول ۾ رهون ٿا جتي جانور، پکي ۽ وڻ ٻوٽا ئي ان کي سهڻو بنائين ٿا ۽ انسان، جانورن توڙي وڻن ۽ ٻوٽن جو تمام گھڻو قرضدار آهي، تنهنڪري هن تي فرض ٿئي ٿو تہ هو جانورن تي ڪهل ڪري ۽ انهن جي صحيح نموني سارسنڀال لهي، وڻن، ٻوٽن ۽ ٻيلن جي واڌ ويجهہ لاءِ اُپاءَ وٺي.

## سبق جو خلاصو

مالڪِ حقيقي انسان کي پنهنجي سموري مخلوق کان مٿاهون درجو ڏنو آهي، انسان جي زندگيءَ جو دارومدار جانورن، وڻن ۽ ٻوٽن تي آهي، اهي هن کي خوراڪ مهيا ڪن ٿا، اُهي انساني جياپي لاءِ تمام گھڻي اهميت رکن ٿا.تنهن ڪري هر انسان تي فرض ٿئي ٿو تہ هو جانورن تي رحم ڪري، وڻن ۽ ٻوٽن جو خيال رکي ۽ انهن جي هر طرح سارسنڀال لهي. انهن جي واڌ ويجهہ لاءِ اُپاءَ وٺي.

## مشق

### شاگردن ۽ شاگرداڻين لاءِ سرگرمي:

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1. جاندار شيون ڪهڙيون آهن؟
2. مالڪ حقيقي پنهنجي سموري مخلوق مان مٿاهون درجو ڪنهن جو رکيو آهي؟
3. جانورن مان انسان کي ڪهڙا فائدا آهن؟
4. وڻن ۽ ٻوٽن جا ڪهڙا فائدا آهن؟
5. جانورن جي صحيح سارسنڀال ڪيئن لهجي؟

**(ب) هيٺيان خال پريو:**

1. وڻ ۽ ٻوٽا ٻه ..................... آهن.
2. انسان کي ...................... سڏيو ويو آهي.
3. اسان کي جانورن تي...................... ڪرڻ گهرجي.
4. اسان کي پکين جي لاءِ............ ۽ ............ رکڻ گهرجي.
5. وڻ...................... وسڻ جو سبب بڻجن ٿا.

**(ج) حصي ”الف“ کي حصي ”ب“ سان ملائي جملا درست ڪريو:**

| حصو - الف | حصو - ب |
|---|---|
| • انسان جي جياپي جو دارومدار | • تمام گهڻو قرضدار آهي. |
| • وڻ ٽڻ ۽ ٻوٽا آس پاس جي ماحول کي | • ٻه هڪ اخلاقي قدر آهي. |
| • انسان جانورن، وڻن ۽ ٻوٽن جو | • جانورن، وڻن ۽ ٻوٽن تي آهي. |
| • جانورن، وڻن ۽ ٻوٽن جي سارسنڀال لهڻ | • خوبصورت ناهين ٿا. |

## استادن لاءِ سرگرمي:

- اسڪول ۽ ان جي پس گردائيءَ ۾ وڻن پوکڻ جو هفتو ملهائڻ ۽ شاگردن کي ان ۾ عملي طرح حصو وٺڻ لاءِ آماده ڪري ۽ پاڻ بہ حصو وٺن.
- شاگردن کي جانورن تي رحم ڪرڻ بابت ڏهہ جملا لکي اچڻ لاءِ هدايت ڪن.

| نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| اشرف المخلوقات | سڀني مخلوق کان وڏيڪ عزت وارو |
| ڪَهل | رحم، ٻاجهہ |
| سهنج | سولو |
| خوشحالي | خوش نصيبي |
| آس پاس | چوڌاري، چوطرف، ويجهو |
| ڪؤنر | وڻ جي ٿُڙ مان نڪتل رَسُ، چنبڙائڻ ۾ ڪم ايندڙ رَسُ |
| چارو | چوپائي مال جو ڪاڌو، گاهہ |
| قرضدار | قرض ڪڻندڙ |
| صحيح | درست، پورو |

هن تصوير مان گهٽ ۾ گهٽ پنجن شين جا نالا لکو.

# انسانن لاءِ احترام

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگردن ۽ شاگردياڻين مان اميد ڪجي ٿي تہ اهي:

- بيان ڪري سگهندا تہ سڀئي انسان برابر آهن.
- سمجهي سگهندا تہ هر هنڌ هر ڪنهن جي جنم، مرڻ ۽ واڌ ويجهہ وارو عمل هڪجهڙو آهي.
- ٻڌائي سگهندا تہ سڀئي انسان عزت لائق آهن.
- عالمي انساني حقن جي پڌرنامي ۾ درج سڀني بنيادي انساني حقن کي ڳڻي ٻڌائي سگهندا.
- تسليم ڪندا تہ عالمي انساني حقن واري پڌرنامي ۾ حق سڀني انسانن کي حاصل هئڻ گهرجن، انهيءَ ۾ نسل، جنس، ٻولي ۽ مذهب جو فرق روا ڪونہ رکيو آهي.

آمريڪا جي الباما رياست جي هڪ شهر ۾ روزا پارڪس نالي هڪ نيگرو عورت رهندي هئي، سندس ڏاڏي کي ٻين ڪارن وانگر آفريڪا کان سامونڊي جهازن ۾ قيدين وانگر واڙي آمريڪا جي وڏي شهر نيويارڪ ۾ قائم غلامن جي منڊي ۾ وڪرو ڪيو ويو هو. انهن غلامن جا خريدار وڏا زميندار هوندا هئا، گورا زميندار ڪارن غلامن کان جبري پورهيو ڪرائيندا هئا، مٿن هر طرح جو ظلم ڪيو ويندو هو. انهن کي رنگ ۽ نسل جي بنياد تي نفرت جي نگاهہ سان ڏٺو ويندو هو. ڪارن کي گورن سان گڏجي ويهڻ، هوٽلن ۾ کاڌو کائڻ، پارڪن ۾ گهمڻ ۽ ساڳئي اسڪول ۾ تعليم حاصل ڪرڻ جي اجازت ڪونہ هوندي هئي، بسن ۾ بہ سفر ڪندي کين گورن مسافرن لاءِ پنهنجي سيٽ خالي ڪرڻي پوندي هئي.

1955ع ۾ هڪ ڏينهن روزاپارڪس منتگومري بس ۾ سفر ڪري رهي هئي، سفر دوران کيس هڪ گوري مسافر لاءِ سيٽ خالي ڪرڻ جو چيو ويو، روزاپارڪس سيٽ خالي ڪري ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. بس جي ڊرائيور ٽوڙي ٻين مسافرن هن کي پنهنجي سيٽ تان اُٿي انهي نئين گوري مسافر کي ڏيڻ لاءِ زور ڀريو پر هو پنهنجي انڪار تي قائم رهي، نيٺ پوليس هن کي سندس سيٽ تان زوريءَ اُٿاري

ان تي انھيءَ گوري کي ويھاريو. کيس گرفتار ڪيو ويو. پر سندس انڪار ڪارن ڪي برابري جا حق ڏيارڻ لاءِ ھڪ تحريڪ جو محرڪ بنجي ويو. مارٽن لوٿر ڪنگ جي اڳواڻيءَ ۾ ھڪ زبردست تحريڪ شروع ٿي، جيڪا نيٺ ڪامياب ٿي ۽ ڪارن کي برابريءَ جا حق مليا.

دنيا جا سڀئي دين ڌرم انساني برابري جو درس ڏين ٿا، گڏيل قومن جي اداري10 ڊسمبر 1948ع ۾ "انساني حقن جو عالمي پڌرنامو" جاري ڪيو. انھيءَ پڌرنامي مطابق:

- دنيا جا سڀئي انسان ڄائي ڄم کان آزاد ۽ پاڻ ۾ برابر آھن.
- ھر ڪنھن کي آزادي ۽ سلامتي سان زندگي گذارڻ جو حق آھي.
- ڪنھن تي بہ تشدد ڪونہ ڪيو ويندو، ڪنھن سان بہ ظالمانہ ۽ غير انساني سلوڪ نہ ڪيو ويندو ۽ نہ ئي تعصب جي بنياد تي ڪنھن کي سزاوار قرار ڏنو ويندو.
- ھر ڪنھن کي قانون طرفان بچاءَ جو حق حاصل ھوندو.
- ڪنھن جي ذاتي زندگي، گھر ۽ لکڻ پڙھڻ جي آزاديءَ جي معاملي ۾ ڪنھن ٻئي ماڻھو کي مداخلت جو حق حاصل نہ ھوندو، کيس پنھنجي عزت ۽ ناموس جي تحفظ جو حق حاصل ھوندو.
- ھر ڪنھن کي پنھنجي سوچ، خيالن ۽ ضمير مطابق مذھب اختيار ڪرڻ جو حق حاصل ھوندو.
- ھر ڪنھن کي پنھنجي صحت ۽ ڀلائيءَ خاطر مناسب معيار مطابق زندگي گذارڻ جو حق حاصل ھوندو.
- ھر ڪنھن کي پنھنجي ثقافت مطابق زندگي گذارڻ، فنونِ لطيفہ، تفريح ۽ سائنسي ترقيءَ مان فائدو حاصل ڪرڻ جو حق حاصل ھوندو.

اھي سمورا انساني حق ھن ڌرتي جي گولي تي رھندڙ سڀني انسانن کي انھن جي عمر، جنس، تعليم، سماجي ۽ معاشي رُتبي، پيشي، رنگ ۽ نسل، قوميت يا مذھب جي فرق ڪانسواءِ حاصل ھوندا.

## سبق جو خلاصو

گذريل صدي ۾ آمريڪا ۾ ڪارن ماڻهن سان رنگ ۽ نسل جي بنياد تي تمام گهڻو مت ڀيد رکيو ويندو هو. 1955ع ۾ الباما رياست جي هڪ شهر ۾ روزاپارڪس نالي هڪ ڪاري عورت بس ۾ سفر دوران گوري مسافر لاءِ سيٽ خالي ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، اهو انڪار، نسلي مت ڀيد ختم ڪرائڻ لاءِ هڪ تحريڪ جو محرڪ بڻيو. ڪارن پورو هڪ سال منٽگومري بس جو بائيڪاٽ ڪيو. روزاپارڪس کي جيل ۾ وڌو ويو ۽ مٿس ڪيس هلايو ويو. اها تحريڪ نيٺ ڪامياب ٿي ۽ ڪارن جي لاءِ برابري وارا حق بحال ٿيا.

اقوام متحده 10 ڊسمبر 1948ع ۾ ”بنيادي انساني حقن جو عالمي پڌرنامو“ جاري ڪيو، جنهن مطابق هن ڌرتي تي رهندڙ سڀني انسانن کي عمر، جنس، تعليم، معاشي رتبي، پيشي، رنگ ۽ نسل، قوميت ۽ مذهب جي فرق کان سواءِ هِڪَ جهڙا حق ڏنا ويا آهن.

## مشق

### شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي:

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. روزاپارڪس نالي ڪاري عورت ڪٿان جي رهاڪو هئي؟
2. انهيءَ زماني ۾ آمريڪا ۾ ڪارن ماڻهن سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو ويندو هو؟
3. پوليس روزاپارڪس کي بس ۾ پنهنجي سيٽ تان زوريءَ ڇو اُٿاريو؟
4. اقوام متحده (گڏيل قومن جي اداري) بنيادي انساني حقن وارو عالمي پڌرنامو ڪڏهن جاري ڪيو؟
5. ان پڌرنامي مطابق دنيا جي سڀني انسانن کي ڪهڙا بنيادي حق حاصل آهن؟
6. انساني بنيادي حقن جي ڀڃڪڙيءَ جي صورت ۾ ڪنهن جو در کڙڪائجي؟

(ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. گذريل صدي ۾ غلامن جي وڪري واري منڊي آمريڪا جي ................ شهر ۾ قائم ٿيل هئي؟
2. گورا زميندار .............. ڪان جبري پورهيو ڪرائيندا هئا.
3. ڪارن ڪي برابريءَ جا حق ڏيارڻ واري تحريڪ جو اڳواڻ .................. هو.
4. دنيا جا سڀئي انسان ڄائي ڄمر ڪان ............... ۽ پاڻ ۾ ............... آهن.
5. هر ڪنهن کي هڪ جهڙي ................. ۾ ڪم ڪرڻ ۽ هڪ جيترو ........... ڪٽڻ جو حق حاصل آهي.

(ج) صحيح جملي جي آخر ۾ ”✓“ ۽ غلط جي پويان ” X “ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| • آمريڪا ۾ ڪارن ماڻهن کي رنگ ۽ نسل جي بنياد تي محبت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو هو. | | |
| • آمريڪا ۾ گذريل صدي جي پهرئين اڌ ۾ ڪارن شاگردن لاءِ الڳ اسڪول هوندا هئا. | | |
| • عالمي بنيادي انساني حقن واري پڌرنامي مطابق هر ماڻهو کي پنهنجي عزت ۽ ناموس جي تحفظ جو حق حاصل آهي. | | |
| • ڪنهن جي ذاتي زندگيءَ ۾ ٻين ماڻهن کي مداخلت ڪرڻ جو حق حاصل آهي. | | |
| • هر ڪنهن کي تعليم حاصل ڪرڻ ۽ پنهنجي شخصيت کي سنوارڻ جو حق حاصل نه آهي. | | |

## استادن لاءِ سرگرمي

- شاگردن کي ”منٽگومري بس بائيڪاٽ“ تي ڏھ جملا لکي اچڻ لاءِ چون ۽ بئي ڏينھن انھيءَ تحريڪ تي ھڪ شاگرد کان تقرير ڪرائين.
- بنيادي انساني حقن جي پڌرنامي ۾ مليل انساني بنيادي حقن جي فهرست تيار ڪرائين.

| نوان لفظ ۽ انھن جي معنيٰ | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| جبري پورھيو | زوري ۽ بنا پئسي مزدوري ڪرائڻ ۽ ڪم وٺڻ |
| تحريڪ | ھلچل |
| محرڪ | اُڀارڻ وارو، تحريڪ ڏيڻ وارو |
| درس | سبق |
| پڌرنامو | اعلان |
| تشدد | ڪُٽڻ مارڻ/مارا ماري، ڌڪ ھڻڻ |
| تعصب | رنگ يا نسل يا جنس جي بنياد تي طرفداري، جانبداري |
| سزاوار | سزا لائق |
| معيار | ڪسوٽي، پيمانو، پرک |
| ثقافت | تھذيب، تمدن، ڪلچر، رھڻي ڪھڻي |
| فنونِ لطيفہ | موسيقي، شعر ۽ ادب، مصوري ۽ سنگ تراشيءَ جھڙا فَنَ |
| پيشي | ڌنڌي |
| مداخلت | دخل اندازي |
| ضمير | اندر جو آواز |

# خود احترامي

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگردن ۽ شاگردياڻين مان اميد ڪجي ٿي ته اهي:

- انسان جو شان ۽ وقار بيان ڪري سگهندا.
- مطمئن، پُرسڪون، انڪساري ۽ ادب وارو سياءُ انسان جي شان ۽ وقار لاءِ لازمي آهي. اها ڳالهه سمجهي سگهندا.
- ڪين جاڻ پوندي ته انساني شان ۽ وقار ڪائنس انصاف ۽ غيرجانبدارانہ سياءَ جي تقاضا ڪن ٿا.
- انهي ڳالهه جو عملي مظاهرو ڪندا ته جيڪا ڳالهه پنهنجي لاءِ ٺيڪ نہ آهي، اُها ٻين لاءِ بہ ٺيڪ نہ آهي.

ساهُو نالي شاگرد سدائين دير سان اسڪول ايندو هو، هو استادن لاءِ مسئلا پيدا ڪندڙ شاگرد هو. هُو ڪڏهن يونيفارم پائي ڪونہ ايندو هو تہ ڪڏهن ڏندن کي برش ڪيل ڪونہ هوندو هئس. سندس ننهن اڪثر وڌا هوندا هئا ۽ وارن کي ڦڻي ڏنل ڪونہ هوندي هئي، هو هوم ورڪ بہ پورو ڪري ڪونہ ايندو هو. تنهن ڪري هر اُستاد هن جي شڪايت ڪندو هو. ڪلاس ٽيچر سندس غلطين تي هن کي مار تہ ڪونہ ڏيندو هو ڇاڪاڻ تہ ٻارن کي جسماني سزا ڏيڻ مناسب ناهي ۽ پڻ سرڪار طرفان شاگردن کي جسماني سزا ڏيڻ جي منع ٿيل آهي. پر اُٿي بيهڻ يا ڪلاس مان ٻاهرڪڍي بيهارڻ جي سزا ڏيندو هو. ڪلاس ٽيچر ڪيس روز پنهنجو خيال رکڻ ۽ هوم ورڪ پورو ڪري اچڻ جون هدايتون ڪندو هو، پر ساهُوءَ جي سڌرڻ جو ڪوبہ

امڪان نظر ڪونہ ٿي آيو. ساھُو جي اھڙي رويي مان تنگ ٿي ھڪ ڏينھن استاد ساھوءَ جي ھيڊ ماستر کي شڪايت ڏني ۽ ڪيس گذارش ڪئي تہ ھو ساھُوءَ سميت سيني شاگردن کي پڻ ھدايتون ڪري.

ٻئي ڏينھن اسڪول اسيمبلي ۾ ھيڊ ماستر شاگردن کي ھدايت ڪندي چيو تہ پيارا شاگردؤ! اوھان اسڪول ۾ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ اچو ٿا، تعليم جو مقصد اوھان کي رڳو ڄاڻ جي کاڻ يا طوطو بڻائڻ نہ آھي، پر علم سان گڏوگڏ اوھان جي اخلاق ۽ ڪردار جي تعمير ڪرڻ پڻ آھي. اخلاق کان بغير علم بلڪل اڌورو آھي، پنھنجي اخلاق ۽ ڪردار کي مضبوط بنيادن تي تعمير ڪرڻ لاءِ اوھان کي جنھن شيءِ جي تمام گھڻي ضرورت آھي. سا آھي خوداحترامي ۽ خودداري، يعني عزتِ نفس جو خيال رکڻ ۽ پنھنجي اندر اھو احساس رکڻ تہ آءٌ اھڙو ڪوبہ ڪم نہ ڪريان جنھن تي مون کي ٻيا ٽوڪين يا منھنجي عزت نہ ڪن. ھن ڳالھہ کي سمجھڻ جي ڪوشش ڪريو تہ اوھان جي عزت اوھان جي پنھنجن ھٿن ۾ آھي، اوھان پنھنجي عزت ڪرڻ شروع ڪريو، دنيا وارا اوھان جي عزت ڪرڻ شروع ڪري ڏيندا.

اوھان کي پنھنجو پاڻ تي ڀروسو ۽ فخر ھئڻ گھرجي، يعني اوھان کي پنھنجن گڻن، اصولن ۽ عادتن تي ڀروسو ھئڻ گھرجي، اوھان کي پنھنجين ذميوارين جو احساس ھئڻ گھرجي، اوھان کي ھر وقت ۽ ھر جاءِ تي پنھنجي مان، شان ۽ وقار جو خيال رکڻ گھرجي.

انسان جو شان ۽ وقار ڪائنس اھا تقاضا ڪري ٿو تہ ھُو پنھنجي سوچ ۽ وھنوار مثبت رکي. ھو پنھنجي ھر عمل ۾ سچار ۽ ايماندار ٿي رھي. ھر وقت ٻين جي ڀلائي جو اُونو رکي. جيڪو پنھنجي لاءِ ڀلو سمجھي، اھو ٻين جي لاءِ بہ ڀلو سمجھي. ۽ جيڪو پنھنجي لاءِ برو سمجھي اھو ٻين لاءِ بہ بُرو سمجھي.

پيارا ٻارو! انصاف جي معاملي ۾ بلڪل غيرجانبدار ٿي رھو. فيصلي ڪرڻ مھل ذاتي تعلق، مٽي مائٽي ۽ سماجي حيثيت جو ڪوبہ لحاظ نہ رکو.

ايمانداري خوداحتراميءَ جو اھڃاڻ آھي، جڏھن اوھين پاڻ سان سچا آھيو تہ اوھان کي صحيح ۽ غلط جي پروڙ پئجي ويندي، اوھان جيڪي بہ آھيو، پاڻ کي قبول ڪريو. پاڻ سان پيار ڪريو ۽ پنھنجي عزت ڪريو. پنھنجي عزت ڪرڻ سان اوھان جو اخلاق توڙي ڪردار مضبوط ٿيندو، اوھان جي ساک قائم ٿيندي ۽ زندگي جي ھر موڙ تي ڪاميابي اوھان جا قدم چمندي.

## سبق جو خلاصو

اخلاق کان بغير علم بلڪل اڌورو آهي، پنهنجي اخلاق ۽ ڪردار کي مضبوط بنيادن تي تعمير ڪرڻ لاءِ اوهان کي جنهن شيءِ جي تمام گهڻي ضرورت آهي. سا آهي خوداحترامي ۽ خودداري، يعني عزتِ نفس جو خيال رکڻ ۽ پنهنجي اندر اهو احساس رکڻ تہ آئۡ اهڙو ڪوبہ ڪم نہ ڪريان جنهن تي مون کي ٻيا ٽوڪين يا منهنجي عزت نہ ڪن. هن ڳالهہ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو تہ اوهان جي عزت اوهان جي پنهنجن هٿن ۾ آهي، اوهان پنهنجي عزت ڪرڻ شروع ڪريو، دنيا وارا اوهان جي عزت ڪرڻ شروع ڪري ڏيندا.

اوهان کي پنهنجو پاڻ تي ڀروسو ۽ فخر هئڻ گهرجي، يعني اوهان کي پنهنجن گڻن، اصولن ۽ عادتن تي ڀروسو هئڻ گهرجي، اوهان کي پنهنجين ذميوارين جو احساس هئڻ گهرجي، اوهان کي هر وقت ۽ هر جاءِ تي پنهنجي مان، شان ۽ وقار جو خيال رکڻ گهرجي.

## مشق

### شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي:

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. ساهُو ڪهڙي قسم جو شاگرد هو؟
2. ڪلاس ٽيچر ڪيس مار ڇو نہ ڏيندو هو؟
3. ڪلاس ٽيچر، سندس رويي جي ڪنهن کي شڪايت ڏني؟
4. هيڊ ماستر شاگردن کي ڪهڙيون هدايتون ڪيون؟
5. هڪ شاگرد پنهنجي عزت ۽ وقار ڪيئن برقرار رکي سگهي ٿو؟
6. گُڻن، اصولن ۽ عادتن تي ڀروسو رکڻ مان مُراد ڇا آهي؟

### هيٺيان خال ڀريو:

1. تعليم جو مقصد رڳو ٻارن کي ڄاڻ جي .............. يا .............. بڻائڻ نہ آهي.
2. شاگردن کي پنهنجو پاڻ تي .............. ۽ .............. هئڻ گهرجي.

3. اسان کي هرهنڌ ۾ هرجاءِ تي پنهنجي ............. ۾ ............... جو خيال رکڻ گهرجي.

4. جيڪو اسين پنهنجي لاءِ ................. سمجهون، اهو ٻين جي لاءِ به پلو سمجهون.

5. ايمانداري ................... جو اُهڃاڻ آهي.

## (ج) حصي”الف“ کي حصي ”ب“ سان ملائي جملا درست ڪريو:

| حصو- الف | حصو- ب |
|---|---|
| • علم سان ڳنڍوڳنڍ | • ته هو پنهنجي سوچ ۾ وهنوار مثبت رکي. |
| • هر شاگرد ۾ اهو احساس هئڻ گهرجي ته | • صحيح ۾ غلط جي پروڙ پئجي ويندي. |
| • انسان جو شان ۾ وقار هن ڪان اها تقاضا ڪري ٿو | • اخلاق ۾ ڪردار جي تعمير ڪرڻ ضروري آهي. |
| • انصاف جي معاملي ۾ هر ڪنهن کي | • هو ڪوبه اهڙو ڪم نه ڪري جنهن تي ٻيا ان کي ٽوڪين. |
| • جيڪڏهن اوهين سچا آهيو ته اوهان کي | • غير جانبدار ٿي رهڻ گهرجي. |

## استادن لاءِ سرگرمي

- پنهنجو شان ۾ وقار برقرار رکڻ لاءِ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ شاگردن کي هدايت ڪن انهيءَ بابت گهران ڏهه جملا لکي اچن.
- خوداحترامي تي هڪ تقريري مقابلو ڪرائڻ جو اهتمام ڪن.

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| تقاضا | گهُر، گهُرج |
| اُونو | خيال ، انتظار، اُلڪو، فڪر، ڳڻتي |
| غيرجانبدار | اَڻ ڌريو |
| لحاظ | خيال |
| گذارش | عرض |
| اهڃاڻ | نشاني |
| مثبت | هاڪاري، چڱو |
| پروڙ | خبر، سمجهه |
| وهنوار | ڏي وٺ، سلوڪ |
| عزتِ نفس | پنهنجي آبرو، پنهنجو وقار |
| خود داري | پنهنجي عزت ۽ شخصيت سڃاڻڻ |
| تعمير | جوڙڻ، اڏڻ |

# علم جي اهميت ۽ ان جو ڪردار تي اثر

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگردن ۽ شاگردياڻين مان اميد ڪجي ٿي ته اهي:

- تعليم جو مفهوم، مقصد ۽ اهميت بيان ڪري سگهندا.
- علم حاصل ڪرڻ سان ڪردار تي پوندڙ اثر بيان ڪري سگهندا.
- علم جا ذريعا بيان ڪري سگهندا.
- علم جي اهميت ٻين کي سمجهائي سگهندا.
- سمجهي سگهندا ته تعليم **جهالت** کان علم ۽ اونداهي کان روشني طرف وٺي وڃي ٿي.
- ڪردار جي وضاحت ڪري سگهندا.
- مثالن سان سمجهائي سگهندا ته صحيح تعليم ۽ تجربا انسان کي ٻين انسانن کان مختلف بنائن ٿا.
- سمجهي سگهندا ته گهٽ علم خطرناڪ شيءِ آهي.

## تعليم جي معنيٰ ۽ مفهوم:

تعليم جي معنيٰ آهي علم پرائڻ ۽ علم ڦهلائڻ. تعليم جو مفهوم هي آهي ته ڪنهن ٻار کي لکڻ ۽ پڙهڻ سيکارڻ سان گڏوگڏ اخلاق، ادب، هنر ۽ سماجي قدرن جي ڄاڻ ڏيڻ ۽ عملي طور اهي ڳالهيون ڪري ڏيکارڻ ته جيئن هو وڏي وڏو ٿي هڪ بااخلاق، باعمل، باهنر ۽ ڪارائتو شهري بڻجي سگهي.

## علم جي اهميت:

ڪنهن به قوم جي ترقيءَ ۽ خوشحاليءَ جو دارومدار تعليم تي هوندو آهي. ماڻهن جو خوشحال، پُرامن ۽ جمهوري انداز سان زندگي گذارڻ صرف سٺي تعليم سان ئي ممڪن آهي. تعليم سان ئي ماڻهو پنهنجو پاڻ کي، پنهنجي دين ڌرم کي ۽ پنهنجي خالق ۽ مالڪ کي سڃاڻي سگهي ٿو. تعليم سان ئي هو بک، بيماري، بيروزگاري، بدحالي، بي علمي، بي انصافي ۽ ٻين سماجي بُرائين کان بچي سگهي ٿو. انهيءَ سان گڏوگڏ هو پنهنجيءَ زندگي جي مقصدن، حقن ۽ فرضن بابت به ڄاڻي سگهي ٿو.

سني تعليم سان ٻار جي شخصيت ۽ ڪردار ۾ سڌارو ٿئي ٿو. جنهن ذريعي هو وڏي وڏو ٿي هڪ سنو شهري بڻجي ٿو. سٺن شهرين سان هڪ سٺي قوم وجود ۾ اچي ٿي. اڄڪلهه جيڪي قومون ترقيءَ جي عروج تي آهن انهيءَ جو ڪارڻ اُتان جي سٺي تعليم آهي. نيلسن منڊيلا جو قول آهي:

"تعليم اهو واحد هٿيار آهي جنهن سان اوهان
دنيا کي بدلائي سگهو ٿا."

هڪ ڳالهه ياد رکڻ جهڙي آهي تہ ڪنهن بہ ڪم جو علم اڌورو حاصل نہ ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ جو ان جو نتيجو نقصان جي صورت ۾ نڪري سگهي ٿو مثال طور هڪ حڪيم جنهن کي حڪمت جي ڄاڻ نہ هجي تہ هو ڪنهن کي دوا جو گهٽ يا وڌ وزن ڏئي ماري بہ سگهي ٿو.

## علم جو ڪردار تي اثر:

علم بنا انسان انڌي مثل آهي. علم انسان ۾ اهڙو ادراڪ يعني سمجهداري ۽ ساڃاهہ پيدا ڪري ٿو، جنهن سان هو سچ ۽ ڪوڙ، صحيح ۽ غلط، ڪري ۽ ڪوٽي، حق ۽ ناحق جي پرک ڪري سگهي ٿو. هو پنهنجي روزمره جي زندگي جا مسئلا سياڻپ ۽ ڏاهپ، پنهنجي من اندر جي روشني سان حل ڪري سگهي ٿو. تعليم اسان کي اونداهي کان روشني ڏانهن وٺي وڃي ٿي.

سٺي تعليم سان ٻار جي ڪردار جي تعمير ٿئي ٿي ۽ هيٺيان گُڻ سندس ڪردار جا دائمي حصو بڻجي وڃن ٿا:

- ٻار ۾ سچائي، سادگي، صفائي، سخاوت، وقت جي پابندي، حب الوطني، فرمانبرداري، ايمانداري، فرض ادائيءَ وارو شعور ۽ نظم و ضبط سان ڪم ڪرڻ جي عادت پُختي ٿئي ٿي.
- ٻار ۾ انسان دوستي، انصاف پسندي، ذات پات، رنگ ۽ نسل، فرقي ۽ مذهبي مت ڀيد کان مٿاهون ٿي قدرت جي قانونن ۽ فطرت جي اصولن موجب سوچڻ ۽ عمل ڪرڻ جي عادت پوي ٿي.
- ٻار ملڪ جي قانون جي پاسداري ڪرڻ ۽ اخلاقي قدرن موجب زندگي گذارڻ جو ڍنگ سکي پوي ٿو.
- ٻار ۾ سنجيدگي ۽ عزت نفس پيدا ٿئي ٿي، جنهن سان اڳتي هلي هن جي شخصيت باوقار بڻجي ٿي.

- راندیون بہ تعليم جو حصو آهن. راندين سان بار ۾ قاعدن ۽ اصولن جو احترام، ڪئپٽن جو چيو مڃڻ، گڏيل مقصد لاءِ ٽيم اسپرٽ سان ڪم ڪرڻ، هارائڻ کي خوشيءَ سان قبول ڪرڻ ۽ کٽڻ تي مناسب خوشي ملهائڻ جهڙا اخلاقي گُڻ پيدا ٿين ٿا.

## سبق جو خلاصو

ملڪ جي ترقيءَ ۽ خوشحاليءَ جو دارومدار تعليم تي هوندو آهي. تعليم سان ئي هڪ ماڻهو پنهنجي زندگي جي مقصدن، حقن ۽ فرضن بابت ڄاڻي سگهي ٿو. تعليم سان ماڻهو ۾ سمجهداري پيدا ٿئي ٿي.

تعليم قوم جي تقدير بدلائي سگهي ٿي. اڄ جيڪي بہ ملڪ ترقي جي چوٽي تي آهن، اُهي سڀ تعليم جي ڪري ئي عروج تي پهتا آهن.

علم حاصل ڪرڻ سان انسان ۾ اهي سيئي گُڻ ۽ صلاحيتون پيدا ٿين ٿيون، جيڪي هڪ سٺي شهري بڻجڻ لاءِ لازم آهن. سٺن شهرين سان ئي هڪ سٺي قوم وجود ۾ اچي ٿي.

## مشق

### شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي:

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. ملڪ ۽ قوم جي ترقي جو دارومدار ڇا تي هوندو آهي؟
2. علم انسان ۾ ڇا پيدا ڪري ٿو؟
3. هڪ سٺي شهري ۾ ڪهڙا گُڻ هئڻ گهرجن؟
4. اسين دنيا کي ڪيئن بدلائي سگهون ٿا؟
5. راندين مان ڪهڙا فائدا آهن؟
6. سٺي تعليم ڇاکي ٿو چئجي؟

### (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. سٺي تعليم سان ٻار جي............ جي تعمير ٿئي ٿي.
2. علم بنا انسان........... مثل آهي.
3. هڪ سٺي قوم............... سان ئي وجود ۾ اچي ٿي.
4. اسان کي پنهنجي ملڪ جي قانون جي............ ڪرڻ گهرجي.
5. راند ۾ هارائڻ کي............ سان قبول ڪرڻ گهرجي.

(ج) صحيح جملي جي آخر ۾ "✓" ۽ غلط جي پويان " X " جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| • تعليم کان سواءِ خوشحال ۽ پُرامن زندگي گذارڻ ممڪن آهي. | | |
| • سٺي تعليم سان ئي ماڻهو هڪ سٺو شهري بڻجي ٿو. | | |
| • سڌريل ملڪن جي ترقيءَ جو راز تعليم ناهي. | | |
| • سنجيدگي ۽ عزت نفس ماڻهوءَ جي شخصيت کي باوقار بڻائن ٿا. | | |
| • راندين سان رانديگرن جي وچ ۾ هڪ گڏيل مقصد لاءِ ڪم ڪرڻ جو جذبو پيدا ٿئي ٿو. | | |

## استادن لاءِ هدايتون

- "ڪردار جي تعمير کان سواءِ تعليم اڌوري آهي" جي عنوان تي هڪ تقريري مقابلو ڪرايو وڃي.
- شاگردن ۾ هڪ سٺي شهري هئڻ جو احساس جاڳايو وڃي ۽ ذميوارين جو عملي مظاهرو ڪرڻ لاءِ ڪين اسڪول جي پرسان پاڙي ۾ گند ڪچرو ۽ پلاسٽڪ جون ٿيلهيون هٽائڻ واري مُهم هلائڻ لاءِ چيو وڃي.

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| عروج | ترقي، اوچي چوٽي واري جاءِ |
| ادراڪ | سمجهداري، عقلمندي |
| دائمي | هميشه لاءِ |
| فطرت | قدرتي سياءُ |
| پاسداري ڪرڻ | عمل ڪرڻ |
| ٽيم اسپرٽ | گڏجي هڪ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ جذبو |
| عزت نفس | ذاتي شرافت، پنهنجي عزت جو خيال رکڻ. |
| صلاحيتون | خوبيون |
| ڪردار | اخلاق، گُڻ |
| سخاوت | خيرات، دان |
| نظم و ضبط | قانون جو احترام يا پاسداري |

# صحت

## پنهنجو خيال رکڻ

### سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگردن ۽ شاگرديائڻين مان اميد ڪجي ٿي ته اهي:

- پنهنجو خيال ڪيئن رکجي؟ بيان ڪري سگهندا.
- "پنهنجو خيال رکڻ" جا فائدا بيان ڪري سگهندا.
- بيان ڪري سگهندا ته صحت ڇا آهي؟
- سمجهي سگهندا ته جسم کي تندرست رکڻ لاءِ ڪهڙا عملي اُپاءَ وٺڻ گهرجن.
- سمجهي سگهندا ته صفائي سٿرائي جو نه هئڻ ۽ غير صحتمند حالتون ماڻهو ۽ معاشري تي نقصانڪار اثر وجهن ٿا.
- صحت کي نقصان ڏيندڙ سببن کي ختم ڪرڻ لاءِ عملي طرح ڪوشش ڪندا.

هي پهريون ڀيرو هو جو گلاب مئٽرڪ پنهنجي ننڍي شهر مان پاس ڪري وڌيڪ پڙهڻ لاءِ وڏي شهر وڃي رهيو هو. گلاب جيئن پنهنجو ٿيلهو کڻي بس اسٽاپ ڏانهن وڃڻ لڳي ٿو ته سندس ماءُ گهر جي دروازي تائين موڪلائڻ مهل ڪيس نصيحت ڪندي چوي ٿي "پٽ! پنهنجو خيال رکجو" گلاب پنهنجي ماءُ کي چوندي ٻڌي ٿو.

وڏي شهر ڏانهن سفر دوران هو ماءُ جي چيل انهي هدايت تي بار بار سوچيندو رهي ٿو ته پنهنجو خيال رکڻ مان منهنجي منڻي امڙ جي مراد ڪهڙي هئي؟ مون کي پنهنجو خيال رکڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟ ڪيئن ڪرڻ گهرجي؟ ڇو

ڪرڻ گھرجي؟ مطلب تہ اھڙا ڪيئي سوال سندس ذھن ۾ اڀرن ٿا ۽ اڻپورن جوابن سان غائب ٿي وڃن ٿا. ”آخري اسٽاپ اچي ويو. ھاڻي بس خالي ڪريو“ ڪنڊيڪٽر جي آواز سان ھو ڇرڪي اُٿي ٿو ۽ بس مان لھي رڪشي ۾ ڪاليج جي ھاسٽل پھچي وڃي ٿو.

گھر کان پري ھاسٽل ۾ رھائش جو تجربو گلاب لاءِ نئون ھو. پر ٻن ٽن ڏينھن ۾ ھو ھاسٽل جي ماحول سان مانوس ٿي ويو. اڃان تائين ھن جي ذھن ۾ پنھنجي ماءُ جو اھو چوڻ تہ ”پٽ! پنھنجو خيال رکجو“ گردش ڪري رھيو ھو. نيٺ ھڪ ڏينھن ھاسٽل وارڊن کان پڇيائين تہ ”پنھنجو خيال رکڻ“ جو مطلب ڇا آھي؟

ھاسٽل وارڊن گلاب کي پنھنجو خيال رکڻ واري ھدايت کولي سمجھائي تہ اوھان پنھنجي صحت ۽ صفائي جو خيال رکو، پنھنجي کاڌي پيتي، اٿڻ ويھڻ ، سمھڻ، نوان دوست ناھڻ، وقت جي پابندي جو خيال رکڻ، پڙھائي ۽ راند روند ڪرڻ بابت خبرداري رکو تہ جيئن اوھان جي صحت سٺي رھي. چاڪاڻ تہ ”تندرستي ھزار نعمت آھي“. ھڪ شاگرد جيڪڏھن صحتمند ھوندو تہ ھو پڙھائي بہ بھتر نموني ڪندو. پڙھائي واري ڪم ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺندو. سندس يادداشت سٺي رھندي. ھو ھر امتحان ۾ سٺيون مارڪون کڻندو. جيئن تہ ھڪ صحتمند دماغ ھڪ صحتمند جسم ۾ رھندو آھي. تنھن ڪري اوھان پنھنجي روزمره جي معمول جو ٽائيم ٽيبل ٺاھي رکو. صبح جو اُٿي ٿوري ورزش ڪريو. وقت تي ماني کائو. وقت تي پڙھائي ڪريو. ڪاليج جي ڪينٽين ۾ ڪنھن بہ قسم جي ڪولا يا پئڪنگ وارا جوس پيئڻ کان پرھيز ڪريو. صاف پاڻي گھڻو پيئو. اھڙي نموني ھلڻ سان اوھان پنھنجو بھتر انداز سان خيال رکي سگھو ٿا.

ھاڻي گلاب کي ماءُ جي چيل ھدايت سمجھ ۾ اچي وئي تہ ھن کي خاص طور تي پنھنجي صحت، کاڌي پيتي ۽ پڙھائي ڏانھن تمام گھڻو ڌيان ڏيڻو آھي. ھن پنھنجي دل ۾ پڪو عھد ڪيو تہ آئنده ھُو پنھنجو ھر طرح خيال رکندو.

## سبق جو خلاصو

- تندرستي ھزار نعمت آھي. ھڪ شاگرد جيڪڏھن صحتمند ھوندو تہ ھُو پڙھائي واري ڪم ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺندو ۽ ھو بھتر نموني پڙھي، لکي سگھندو ۽ امتحان بہ بھتر نموني پاس ڪندو.

- اسان کي پنهنجي صحت سٺي رکڻ لاءِ پنهنجي ڪاڏي پيتي، اُٿڻ ويهڻ، سمهڻ، ورزش ڪرڻ، دوست ناهڻ ۽ پڙهائي ڪرڻ ۾ وڏي خبرداري رکڻي پوندي.

## مشق

### شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي:

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. پڙهائي لاءِ شهر وڃڻ مهل گلاب کي سندس ماءُ ڪهڙي هدايت ڪئي؟
2. پنهنجي خيال رکڻ لاءِ هاسٽل وارڊن گلاب کي ڇا چيو؟
3. ڪاڏي پيتي جو خيال رکڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟
4. ورزش ڪرڻ مان ڪهڙا فائدا آهن؟
5. پنهنجو خيال نہ رکڻ سان ڪهڙو نقصان ٿيندو؟
6. پڙهائيءَ دوران هاسٽل ۾ رهڻ جا ڪهڙا فائدا آهن؟

### (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. گلاب ننڍي شهر کان وڏي شهر ڏانهن........... لاءِ وڃي رهيو هو.
2. صحتمند شاگرد پنهنجي پڙهائي ۾ وڌيڪ............. وٺندو.
3. روزمره جي معمول جو.............. ٺاهڻ گهرجي.
4. اسان کي پنهنجي ڪاڏي پيتي جو خاص............. رکڻ گهرجي.

### (ج) حصي"الف" کي حصي "ب" سان ملائي جملا درست ڪريو:

| حصو - الف | حصو - ب |
|---|---|
| • هڪ شاگرد کي روزانہ | • صحتمند جسم ۾ رهندو آهي. |
| • هڪ صحتمند دماغ | • کان پرهيز ڪرڻ گهرجي. |
| • باٿ روم استعمال ڪرڻ کان پوءِ | • آڪسيجن اسان جي جسم ۾ وڃي ٿي. |
| • کليل هوا ۾ وڏا ساهہ کڻڻ سان | • 8- 10 گلاس پاڻي پيئڻ گهرجي. |
| • پئڪنگ وارا جوس ۽ ڪولا پيئڻ | • هٿ صابڻ سان ڌوئڻ گهرجن. |

## استادن لاءِ هدايتون

- شاگردن کي پنهنجي روزمره جي سرگرمين جو چارٽ ٺاهي اچڻ لاءِ هدايت ڪن.
- شاگردن کي پاڇين، سلاد ۽ ميون جا فوٽو گڏ ڪري البم ٺاهڻ لاءِ ترغيب ڏين.

### نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| مراد | مطلب، مقصد |
| نعمت | قدرت طرفان مليل سوکڙي |
| روزمره جو معمول | روزاني جو ڪم |
| پهه | ارادو |
| آگاهه | خبردار |
| ڪينٽين | کائڻ پيئڻ جو هٽ |
| وارڊن | نگهبان، نگران، رکوالو |
| مانوس | مائل، رلي ملي وڃڻ |
| صحتمند | چڱو ڀلو |
| سرگرمي | مشغولي |
| يادداشت | ياد رکڻ جي صلاحيت |

هن تصوير ۾ توهان ڇا ڏسو ٿا؟ مختصر بيان ڪريو.

# صفائي ۽ صحت جي اصولن جو علم

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگردن ۽ شاگردياڻين مان اميد ڪجي ٿي ته اهي:
- صحت جي علم جا ضابطا، قاعدا ۽ اصول بيان ڪري سگهندا.
- عملي زندگي ۾ صحت ۽ صفائي جي اصولن تي عمل ڪرڻ جي عادت بڻائي سگهندا.

عام صحت کي انگريزي ۾ هائِجين (Hygiene) سڏبو آهي. اهو علم اسان کي اهڙا ضابطا، قاعدا، قانون ۽ اصول ٻڌائي ٿو جن تي عمل ڪري هر ماڻهو صحتمند رهي سگهي ٿو. صحت سني رکڻ لاءِ صفائي رکڻ پهريون شرط آهي.

هڪ شام جو هڪ نينگر راند کيڏڻ کان پوءِ گهر اچي ميز تي ميوا رکيل ڏسي کائڻ لاءِ کڻڻ لڳو ته سندس ماءُ منع ڪندي کيس چيو، ”نه نه پٽ! پهرين هٿ ڌوئي اچو. آءٌ به تيستائين ميوا ڌوئي ٿي اچان“. پُٽس جڏهن هٿ ڌوئي واپس آيو ته سندس ڀيڻ به پنهنجي پڙهائي واري ڪمري کان ٻاهر نڪري آئي.

”هاڻي اوهين ٻئي ڄڻا هي ميوا کائو“. ماءُ ميون جي پليٽ ٻارن جي اڳيان رکندي چيو.

ماءُ دل ۾ خيال ڪيو ته ٻارن کي صحت ۽ صفائي جي اصولن جي خبر ناهي، اهو اسان مائٽن جو فرض ٿئي ٿو ته پنهنجن ٻارن کي انهن اصولن کان آگاهه

ڪريون. چاڪاڻ تہ سٺي صحت وڏي دولت آهي. اهو سوچي ماءُ ٻارن کي سمجهائڻ لاءِ سندن سامهون واري ڪرسي تي اچي ويٺي ۽ انهن کان پڇڻ لڳي، ”پُٽ! مون اوهان کي ميوو کائڻ کان اڳ ۾ هٿ ڌوئڻ لاءِ چو چيو؟“

”جيجل امڙ! مون کي خبر ڪونهي، اوهان چيو ۽ آءٌ هٿ ڌوئي آيس“. پُٽ معصوميت وچان جواب ڏنو.

مون اوهان کي هٿ ڌوئڻ لاءِ انهي ڪري چيو جو راند روند ڪرڻ يا ٻيو ڪو ڪم ڪار ڪرڻ سان اسان جي هٿن تي دز، مٽي يا ٻي گندگي چنبڙي پوندي آهي. انهي دَز، مٽي يا گندگي ۾ جراثيم هوندا آهن. جن کي اسين ڏسي ڪونہ سگهندا آهيون. اُهي جراثيم صرف خوردبينيءَ جي ذريعي ڏسي سگهبا آهن. اهي جراثيم اسان جي صحت جا دشمن آهن، گندن هٿن سان کائڻ ڪري اُهي اسان جي جسم ۾ داخل ٿي اسان کي بيمار ڪري سگهن ٿا.

”جيجل امڙ! اهي ميوا تہ اڳ ۾ ڌوتل هوندا، پوءِ اوهان انهن کي وري چو ڌوتو؟“ ڌيءُ پڇيو.

”مارڪيٽ ۾ ميوا دڪانن يا ريڙهين تي کليل پيا هوندا آهن. انهن تي گندي دز اُڏامي اچي پوندي آهي ۽ ڪٽي ڪٽي مکيون بہ انهن تي ويٺل هونديون آهن. انهي ڪري مون انهن کي وري ڌوتو“. ماءُ پنهنجي ڌيءُ کي سمجهائيندي چيو.

”جيجل امڙ! اسان کي صحت ۽ صفائي جي باري ۾ اجان ڪجھ وڌيڪ ٻڌايو“، ٻنهي ٻارن گڏجي چيو.

“ها، آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿي، اوهان کي صحتمند رهڻ لاءِ هنن اصولن تي عمل ڪرڻ ضروري آهي:

- روزانو ٻہ دفعا وهنجڻ گهرجي.
- روزانو صبح جو ناشتي کان اڳ ۾ ۽ رات واري ماني کان پوءِ ڏندن کي برش ڪرڻ گهرجي.
- لئٽرين استعمال ڪرڻ کان پوءِ هٿ صابڻ سان ڌوئڻ گهرجن.
- هر هفتي ننهن ڪٽڻ گهرجن.
- گهڻي دير کان اٹ ڍڪيل يا پاروٿو کاڌو کائڻ نہ گهرجي.
- سوپاري يا چيوگم وغيره کائڻ نہ گهرجن. اُهي ڏندن ۽ ڏاڻن کي خراب ڪن ٿا.

- اسڪول جي ٻاهران ملندڙ صحت لاءِ هاڃيڪار شيون واپرائڻ نہ گهرجن.
- ميون ۽ ڀاڄين جون کلون ۽ ٻج، ٽافين يا بسڪيٽن ڪي ويڙهڻ وارا پنا ۽ استعمال ٿيل ٽِشو پيپر ردي جي ٽوڪري (Waste Bin) ۾ اُڇلڻ گهرجن.

”جيجل امڙ! اوهان اسان کي صحت ۽ صفائي جي باري ۾ گهڻيون ڳالهيون ٻڌايون آهن. اسين وعدو ٿا ڪريون تہ انهن تي عمل ڪنداسين“، ٻارن چيو.

نيڪ آهي. هڪ ٻي ڳالهہ بہ اوهان کي ٻڌايان ٿي تہ دنيا جي سڀني مذهبن ۽ ڌرمن صفائي سترائي ۽ پويترتائي رکڻ لاءِ گهڻو تاڪيد ڪيو آهي.

## سبق جو خلاصو

عام صحت کي انگريزي ۾ هائِجين (Hygiene) سڏبو آهي. اهو علم اسان کي اهڙا ضابطا، قاعدا، قانون ۽ اصول ٻڌائي ٿو جن تي عمل ڪري هر ماڻهو صحتمند رهي سگهي ٿو. صحت سٺي رکڻ لاءِ صفائي رکڻ پهريون شرط آهي، ۽ دنيا جي سڀني مذهبن ۽ ڌرمن صفائي سترائي ۽ پويترتائي رکڻ لاءِ گهڻو تاڪيد ڪيو آهي.

جراثيم اسان جي صحت جا دشمن آهن، گندن هٿن سان کائڻ ڪري اُهي اسان جي جسم ۾ داخل ٿي اسان کي بيمار ڪري سگهن ٿا.

## مشق

### شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي:

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. صحت جو علم اسان کي ڇا ٿو سيکاري؟
2. کاڌو يا ميوو کائڻ کان اڳ ۾ اسان کي پنهنجا هٿ ڇو ڌوئڻ گهرجن؟
3. کن ڪچري يا اڻ ڍڪيل کاڌي جي شين تي ڇا هوندو آهي؟
4. مٺي سوپاري يا چيوگم کائڻ سان ڪهڙا نقصان ٿين ٿا؟
5. ٻارن پنهنجي ماءُ سان ڪهڙو وعدو ڪيو؟
6. پنهنجو وعدو پاڙڻ لاءِ هينئر کان ئي توهان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟

## (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. سنڌي صحت وڏي............... آهي.
2. ٻارن کي صحت ۽ صفائي جي باري ۾ ڄاڻ ڏيڻ مائٽن جو........... آهي.
3. مارڪيٽ مان آندل ميوا گهر ۾ وري........... گهرجن.

## (ج) صحيح جملن جي سامهون ”✓“ ۽ غلط جملن جي سامهون ”X“ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| • ياءُ ۽ ڀيڻ اڳ ۾ صحت جي علم جي ضابطن ۽ قاعدن کان اڻ ڄاڻ هئا. | | |
| • جراثيمن کي اسين خوردبينيءَ کان سواءِ ڏسي سگهون ٿا. | | |
| • ميون ۽ ڀاڄين کي وڍڻ کان پوءِ ڌوئڻ گهرجن. | | |
| • ڀنن جا ٽڪرا ۽ ڪٽمنڊن کي ويڙهڻ وارا پنا ردي جي ٽوڪري ۾ اڇلڻ گهرجن. | | |
| • سيني ڌرمن ۽ مذهبن صفائيءَ جو تاڪيد ڪو نہ ڪيو آهي. | | |

### استادن لاءِ سرگرمي

- استاد اهڙن شاگردن جي تمام گهڻي ساراهه ڪن، جيڪي صفائي سترائي جو تمام گهڻو خيال رکن ٿا.
- استاد اسڪول اسيمبلي ۾ شاگردن جا ڏند، يونيفارم، ننهن، وارن جي سنوارت، ڦٽي ۽ بوٽ پالش وغيره چيڪ ڪري هيڊ ماستر صاحب کي رپورٽ ڏين.

| نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ | |
|---|---|
| **لفظ** | **معنيٰ** |
| جراثيم | جيوڙا |
| پُويتَرتائي | پاڪائي، صفائي |
| تاڪيد | وري وري چوڻ |
| دَزِ | سنهڙي مٽي، ڌوڙ، دِسَ، غُبارُ |
| هاجيڪار | نقصان ڪار |
| خورد بيني | ننڍين شين کي وڏائي وڏو ڪري ڏيکاريندڙ اوزار |
| استعمال | ڪم آڻڻ |
| پاروٿو | پراٺو، باسي |

ٻڌايو تہ مٿي ڏنل تصويرن ۾ ڇا ڏيکاريو ويو آهي؟

# ماحولياتي صفائي

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگردن ۽ شاگردياڻين مان اميد ڪجي ٿي ته اهي:

- آسپاس جي ماحول کي صاف سٿرو رکڻ لاءِ ضروري اُپاءَ بيان ڪري سگهندا.
- ماحول جي گدلاڻ جا نقصان بيان ڪري سگهندا.
- ماحول جو مطلب سمجهي سگهندا.
- ماحول کي گدلو بنائيندڙ سبب بيان ڪري سگهندا.
- ماحول کي صاف سٿرو رکڻ جي اُپائن جي وضاحت ڪري سگهندا.

ماحول جي لفظي معنيٰ آهي آسپاس جون حالتون. آسپاس جي حالتن مان مراد هي آهي ته رهائش واري علائقي ۾ رهندڙ انساني ۽ حيواني توڙي نباتاتي حيات تي آسپاس جي هوا، پاڻي، گوڙ، دز، دونهين واري گدلاڻ جا نقصانڪار اثرَ.

جوزف شهر ۾ نئون هو. هُو ٻهراڙي جي صاف سُٿري ماحول کي ڇڏي اچي شهر ۾ رهڻ لڳو هو. پر شهر جو ماحول هن کي موافق نه پئي لڳو. شهر جي هن ڪالوني ۾ هر طرف گدلاڻ ئي گدلاڻ هئي. جتي ڪٿي گندگي جا ڍير لڳا پيا هئا. گلن وارن ٻوٽن يا ڇانودار وڻن جو ڪو نالو نشان به نه هو. پارڪ ۽ راند جو ميدان ته هئا پر اُهي به اُجڙيل ۽ ويران هئا. رودن تي گاڏين جو گوڙ ۽ دونهون ڪن ٻوڙا ڪندڙ ۽ ساهه ۾ مونجهه پيدا ڪندڙ هئا. ڪالوني جي اُلهندي طرف هڪ گندي پاڻي جي کڏ هئي، جنهن سڄي ماحول کي گدلو ۽ بدبودار بنائي ڇڏيو هو. انهيءَ گندي پاڻي جي کڏ ۽ گٽرن جي صفائي نه هئڻ ڪري مکين ۽ مڇرن جي ڪثرت هئي، جنهن ڪري ٻارن ۾ مليريا، ڪنگهه، سهڪو ۽ ٻيون بيماريون عام هيون.

شهر جو ماحول موافق نہ هئڻ باوجود جوزف کي هاڻي هتي ئي رهڻو هو. کيس نوڪري ڪرڻي هئي ۽ ٻارن کي تعليم بہ ڏيارڻي هئي. تنهن ڪري هن دل ۾ پڪو پهہ ڪيو تہ کيس هِتان جي ماحول کي سڌارڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. انهيءَ ڪم ۾ کيس ٻين جي تعاون حاصل ڪرڻ جي ضرورت هئي، ڇاڪاڻ جو هُو اڪيلي سِر تہ ڪجھ بہ نٿي ڪري سگهيو. اهو سوچي هن هڪ موڪل واري ڏينهن تي ڪالونيءَ وارن کي گڏجاڻيءَ لاءِ پنهنجي گهر گُهرايو.

گڏجاڻيءَ ۾ ڪالوني جي معزز ماڻهن ۽ سماجي ڪارڪنن شرڪت ڪئي. گڏجاڻيءَ ۾ متفقہ طور تي هينيان فيصلا ڪيا ويا:

- هر گهر جو مالڪ پنهنجي گهر اندر گنجائش مطابق گل ٻوٽا پوکيندو ۽ گهر جي اڳيان وڻ لڳائيندو.
- هر گهر ۾ گند ڪچري لاءِ هڪ ردي جي ٽوڪري (Waste Bin) رکي ويندي ۽ اها ٽوڪري هر صبح جو ڪالوني جي وڏي گند ڪچري واري ٽرالي (Waste Bin) ۾ خالي ڪري اڇبي. جتان ميونسپالٽي جو عملو گاڏين ۾ اهو گند ڪچرو ڪٺي شهر جي ٻاهران مقرر ڪيل جڳهہ تي زمين ۾ پوري ايندو.
- ڪالونيءَ جي اُجڙيل ۽ ويران پارڪ ۽ راند جي ميدان کي وري استعمال جوڳو بنائڻ لاءِ اتي ڇبر، گل ٻوٽا ۽ وڻ پوکيا ويندا ۽ بيت الخلا بہ تعمير ڪرايا ويندا. پارڪ ۾ ورزش ڪرڻ وارن لاءِ جاگنگ رستو، بزرگن جي ويهڻ لاءِ بينچون ۽ ٻارن جي کيڏڻ لاءِ پينگهون، ترڪٽيون ۽ ڇيڪلا لڳايا ويندا.
- ڪالونيءَ ۾ ڪميونٽي سينٽر لاءِ پلاٽ مخصوص ڪيو وڃي ۽ اُتي ڪميونٽي سينٽر نهرائجي. جيڪو پوءِ ٿوري فيس تي شادي، غمي جي تقريبن لاءِ پوري ڪالونيءَ جي رهاڪن لاءِ ڪم اچي سگهي.
- گهڻو دونهون ڇڏيندڙ گاڏين تي پابندي لاءِ ٽرانسپورٽ کاتي کي درخواست ڏني ويندي.
- هر گهر جو وڏو پنهنجي گهر ڀاتين کي اها ترغيب ڏيندو تہ اُهي پنهنجي علائقي کي گدلاڻ کان پاڪ ڪرڻ لاءِ ٽافين يا بسڪيٽن جون ڀَنيون

پلاسٽڪ جون ٿيلهيون، بوتلون ۽ استعمال ٿيل ٽِشو پيپر هيڏانهن هوڏانهن اُڇلائڻ بجاءِ اُتي موجود رديءَ جي ٽوڪرين ۾ اڇلائين. گلن ٻوٽن ۽ وڻن جي حفاظت ڪن.

آخر ۾ ماحول سڌار ڪاميٽيءَ جي چونڊ ڪئي ويئي. جيڪا سڄو سال ماحول کي سڌارڻ وارين سيني سرگرمين ۾ حصو وٺندي رهندي. ڪالوني جي ماحول سڌار ڪاميٽي جي ڪوشش نيٺ رنگ لاتو ۽ هڪ سال جي اندر اندر ڪالوني جو ماحول خوشگوار، خوبصورت ۽ خوشبودار بڻجي ويو. اها ڪالوني شهر جي ٻين سيني علائقن جي لاءِ هڪ مثال بڻجي ويئي.

## سبق جو خلاصو

- آسپاس جي ماحول کي هر قسم جي گدلاڻ کان پاڪ رکڻ لاءِ ٻين جي مدد سان وڻ ۽ گل ٻوٽا پوکيا وڃن، گند ڪچرو پهرين گهر ۾ رکيل ردي جي ٽوڪري ۾ گڏ ڪجي ۽ پوءِ روزانو اهو پاڙي ۾ پيل ميونسپالٽي جي وڏي ٽينڪ ۾ اُڇلجي.
- پاڙي جي پارڪ ۽ راند جي ميدان کي استعمال جوڳي حالت ۾ رکيو وڃي. کڏون ۽ پاڻي جا ڍُبا لٽيا وڃن. گندي پاڻي جي نيڪال واري نظام کي به درست حالت ۾ رکيو وڃي.
- هر گهر جو وڏو پنهنجي گهر ڀاتين کي ترغيب ڏئي ۽ انهن جي تربيت ڪري ته هو عملي طور ماحول کي صاف رکڻ جي ڪوشش ڪن.

## مشق

### شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي:

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1. جوزف جي اباڻي ڳوٺ جو ماحول ڪهڙو هو؟
2. شهر جو ماحول هن کي موافق ڇو ڪو نه محسوس ٿيو؟
3. شهر جي ماحول کي نيڪ ڪرڻ لاءِ هن ڇا ڪيو؟

4. شهرين شهر جي ماحول کي گدلاڻ کان پاڪ ڪرڻ لاءِ ڪهڙا فيصلا ڪيا؟
5. شهرين جي ڪوشش سان ماحول ۾ ڪهڙو سڌارو آيو؟
6. شهري شعور (Civic Sense) اسان کان ڇا تقاضا ڪري ٿو؟

## (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. ڪالونيءَ جا پارڪ ۽ راند جو ميدان......... ۽........... هئا.
2. مڇرن جي ڇَڪ پائڻ سان ماڻهو کي............. ٿئي ٿو.
3. گهر جو ڪِن ڪچرو............. ۾ اُڇلڻ گهرجي.
4. هر گهر جي اڳيان............. لڳائڻ گهرجن.

## (ج) حصي”الف“ کي حصي ”ب“ سان ملائي جملا درست ڪريو:

| حصو - الف | حصو - ب |
|---|---|
| • ڪالونيءَ ۾ گلن ٻوٽن يا ڇانوَدار وڻن جو | • پينگهون، ترڪٽيون ۽ ڇيڪلا لڳايا ويندا |
| • شهر جو ماحول موافق نہ هئڻ باوجود | • نالو نشان بہ ڪو نہ هو. |
| • پبلڪ پارڪ ۾ ٻارن جي ڪيڏڻ لاءِ | • جوزف کي هاڻي هتي ئي رهڻو هو. |
| • ماحول سڌار ڪاميٽي جي ڪوشش سان | • ماحول خوشگوار ۽ خوشبودار ٿي ويو. |

## استادن لاءِ سرگرمي

- استاد شاگردن کي ترغيب ڏين تہ اُهي پنهنجي پاڙي ۽ ماحول کي گدلاڻ کان بچائڻ جي مهم هلائڻ ۽ عملي طرح انهيءَ ۾ حصو وٺن.
- اسڪول ۾ بہ هر شاگرد کي سيکاريو وڃي تہ هو هيٺ پيل توڙي ميدان ۾ ڪِريل شيءِ کڻي رديءَ واري ٽوڪريءَ (Waste Bin) ۾ اُڇلائين.

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| نباتاتي حيات | گل ٻوٽا، وڻ ٽڻ ۽ گاهه وغيره |
| موافق | مناسب |
| مليريا | هڪ قسم جو بخار جيڪو مڇرن جي ڏنگڻ سبب ٿيندو آهي |
| ترغيب ڏيڻ | شوق پيدا ڪرڻ |
| متفقه | يڪ راءِ سان طيءِ ٿيل |
| ميونسپالٽي | وڏن شهرن جي ترقيءَ ۽ صفائي سٿرائي جو ذميدار ادارو |
| بيت الخلا | عام استعمال لاءِ واش روم ۽ غسل خانا |
| ڪميونٽي سينٽر | عوامي تقريبن ۽ گڏجاڻين جو مرڪز |
| خوشگوار | دلپسند |
| سهڪو | ساهه ۾ تڪليف |

هن تصوير ۾ ڇوڪري ۽ ڇوڪرو ڇا ڪري رهيا آهن؟

## حضرت ابراهيم عليه السلام

ڪجھ شخصيتون پنهنجي ذات ۾ ڪامل هجڻ سان گڏوگڏ ٻين ماڻهن جي ڪردار ۽ سيرت مٿان بہ هاڪاري اثرَ ڇڏيندڙ هونديون آهن جيڪي پنهنجي ديني، تبليغي، علمي، سياسي توڙي ثقافتي نوعيت جي اهم خدمتن جي پيش نظر عوام ۾ بي حد مقبول هونديون آهن.

اهڙيون مشهور شخصيتون قومن لاءِ هڪ نموني ۽ مثال جي حيثيت رکن ٿيون، انهن جي زندگيءَ جا احوال پڙهي ماڻهن جي دل ۾سندن لاءِ عقيدت، احترام ۽ محبت جا جذبا پيدا ٿي پوندا آهن، گڏوگڏ انهن جي تجربن ۽ مشاهدن تي عمل ڪري ٻيا ماڻهو ايندڙ زماني ۾ ترقي ۽ ڪاميابي ماڻڻ جي لائق بڻجي پوندا آهن.

اهڙين معزز ترين شخصيتن مان حضرت ابراهيم عليه السلام بہ هڪ آهي، هن سبق ۾ سندن پاڪيزه زندگيءَ مان، نبيءَ جي معنيِ، سندن ولادت، هجرت، زندگيءَ، سفر ۽ سڪيلڌي پٽ جي قرباني بابت ڄاڻ حاصل ڪنداسين.

# حضرت ابراهيم عليه السلام

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگردن ۽ شاگردياڻين مان اميد ڪجي ٿي ته اهي:

- لفظ نبي جي وضاحت ڪري سگهندا.
- ڄاڻندا ته حضرت ابراهيم عليه السلام پهريون شخص آهي جنهن کي بائيبل ۾ نبي سڏيو ويو آهي.
- حضرت ابراهيم عليه السلام جي زندگيءَ کان واقف ٿي بيان ڪري سگهندا.
- پاڻ جيڪي مختلف سفر ڪيائون، انهن کان واقف ٿي بيان ڪري سگهندا.
- سندن الله ۾ هيڪڙائي واري يقين جي باري ۾ بيان ڪري سگهندا.
- سندن راست بازي ۽ ديانت داري جي باري ۾ بيان ڪري سگهندا.
- وضاحت سان ٻڌائي سگهندا ته قرآن شريف ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام کي راست باز ۽ الله جي هيڪڙائي ۾ يقين رکندڙ چيو ويو آهي.
- قرآن شريف ۾ آيل سندس معجزا بيان ڪري سگهندا.
- ڄاڻندا ته عيدالاضحيٰ حضرت ابراهيم عليه السلام جي عظيم قرباني جي ياد ۾ ملهائي وڃي ٿي ۽ کيس خليل الله جو لقب مليل آهي.
- اهو ڄاڻي سگهندا ته حضرت ابراهيم عليه السلام پاڻ سان گڏ ڪنهن ڪنهن کي رحمت خداوندي ۾ شامل ڪرڻ جي الله تعاليٰ کان گهُر ڪئي.

دنيا جي ٽن وڏن مذهبن جا پيروڪار يعني مسلمان، مسيحي ۽ يهودي حضرت ابراهيم عليه السلام کي پنهنجو پيشوا ۽ نبي مڃين ٿا. قرآن شريف ۾ کيس "خليل الله" (الله جو دوست) چيو ويو آهي.

### "نبي" لفظ جي معنيٰ:

"نبي" لفظ جي معنيٰ خبر ڏيڻ وارو آهي.

قرآن شريف ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام کي نبي سڏيو ويو آهي، فرمان آهي:

"۽ ڪتاب ۾ ابراهيم جو بيان ڪر بيشڪ اهو سچو انسان ۽ نبي هو." (سورت مريم: 41)

بائبل ۾ آهي ته حضرت ابراهيم عليه السلام الله جي تابعداري ڪئي، ان جي ايمانداري ۽ سچائيءَ جي ڪري الله کيس "ايمان وارن جو ابو" ۽ پنهنجو دوست سڏيو آهي. هڪ ٻي جڳهه تي ذڪر آهي ته ابراهيم عليه السلام الله تي ايمان آندو تنهنڪري هو سچو محبوب آهي. تورات ۾ به کيس نبي سڏيو ويو آهي.

## حضرت ابراهيم عليه السلام جي ولادت:

حضرت ابراهيم عليه السلام ميسوپوٽيميا جي قديم شهر ”اُر“ ۾ 2067 قبل مسيح ۾ ڄائو. سندس پيءُ آزَرُ مذهبي پيشوا ۽ رياست جو وڏو عهديدار هو.

## هجرت:

پنهنجي مالڪِ حقيقي جي حُڪم سان وطن ڪان هجرت ڪئي. ان سفر ۾ سندس گهر واري ۽ سندس ڀائٽيو لوط عليه السلام ساڻس گڏ هئا. فرات جي الهندي ڪناري جي ويجهو هڪ ڳوٺ ۾ هليا ويا. جيڪو ”ڪلوانين“ جي نالي سان مشهور هو. هتي ڪجهه وقت رهڻ ڪان پوءِ ”جاران“ ڏانهن لڏيائين. جتان پوءِ فلسطين ۽ عربستان جي غيرآباد وادي مڪي ڏانهن به ويو. ابراهيم عليه السلام جتي ويو ٿي، اتي الله جي هيڪڙائي ۽ ان ۾ پختي يقين جي تبليغ ڪندو رهيو.

حضرت ابراهيم عليه السلام جون ٻه گهر واريون هيون تن مان هڪ حضرت بيبي ساره ۽ ٻي حضرت بيبي هاجره هئي. ڪين حضرت بيبي ساره مان حضرت اسحاق عليه السلام ۽ حضرت بيبي هاجره مان حضرت اسماعيل عليه السلام نالي ٻه فرزند هئا. مالڪِ حقيقي جڏهن ڪيس پوڙهپ ۾ اولاد سان نوازيو ته پاڻ ان تي مالڪِ حقيقي جو شڪريو ادا ڪيائين ۽ ڪيس عرض ڪيائين ته اي پروردگار! مون کي ۽ منهنجي اولاد کي نماز جو پابند بڻائجان ۽ قيامت واري ڏينهن مون کي، منهنجي پيءُ ماءُ ۽ سڀني مومنن کي پنهنجي رحمت سان بخشي ڇڏجان.

## معجزا:

ڪڏهن الله تعاليٰ پنهنجي پيارن نبين سڳورن جي هٿ تي ڪي غيرمعمولي واقعا ظاهر ڪندو آهي جن کي ”معجزا“ چيو ويندو آهي.

خدا جي مرضيءَ سان اهڙا معجزا حضرت ابراهيم عليه السلام ڪان به ظاهر ٿيا.

- جڏهن پاڻ ان وقت جي بت پرست قوم ۽ بادشاهه نمرود کي اڪيلي الله جي بندگي ڪرڻ جي تبليغ ڪيائين ته هنن نه صرف ان جو انڪار ڪيو پر ڪيس سخت اذيتن جون ڌمڪيون ڏنائون ۽ باهه جو تمام وڏو آڙاهه ٻاري حضرت ابراهيم عليه السلام کي ساڙڻ لاءِ ان ۾ اڇليائون، حضرت ابراهيم عليه السلام خليل الله (الله جو دوست) هو. انڪري مالڪ سائين باهه کي حڪم ڪري ڇڏيو ته ”اي باهه! تون ابراهيم مٿان ٿڌي ۽ سلامتي واري ٿي پؤ“. ڪيترن ئي ڏينهن ڪان پوءِ ماڻهن ڏٺو ته پاڻ ان جڳهه تان زنده سلامت ٻاهر

نڪري آيا ۽ ماڻهن کي ٻڌايائون ته منهنجي دوست (مالڪِ حقيقي) باهہ کي منهنجي لاءِ باغ بڻائي ڇڏيو هو.

- جڏهن پاڻ مڪي واري سرزمين تي آيا ته مالڪِ حقيقي کين ڪعبة الله جي عمارت تعمير ڪرڻ جو حڪم فرمايو، حضرت ابراهيم عليه السلام رازو ۽ سندن فرزند حضرت اسماعيل عليه السلام مزدور ٿي اوساري ڪرڻ لڳا جڏهن پيتيون سندن قد کان مٿي ٿي ويون ته پاڻ هڪ پٿر تي چڙهي بيهنا ۽ اوساري ڪرڻ لڳا. خدا جي قدرت سان اهو پٿر لفٽ جو ڪم ڏيڻ لڳو، خود بخود اڳتي پوئتي ۽ هيٺ مٿي ٿيندو رهيو، اهڙي نموني پاڻ ڪعبة الله تيار ڪري ورتائون، اهو پٿر ”مقامِ ابراهيم“ جي نالي سان اڄا تائين ڪعبة الله وٽ موجود آهي.
- مرڻ کان پوءِ زندهہ ٿيڻ جي فلسفي کي سمجهڻ لاءِ پاڻ هڪ دفعي مالڪِ حقيقي کي عرض ڪيائون ته ”ماڻهو مرڻ کان پوءِ ڪيئن زندهہ ٿي سگهي ٿو؟ مون کي اها ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ ٿي اچي.“ تڏهن کين تجرباتي طور اها ڳالهہ سمجهائي وئي جنهن ۾ مالڪِ حقيقي طرفان سندن رهنمائي ٿي: پاڻ چار پکي (ڪڪڙ، ڪانءُ، مور ۽ ڪبوتر) پالي انهن کي پاڻ سان اهڙو هيرائي ڇڏيائون جو سڏ ڪرڻ سان اهي وٽن اچي حاضر ٿيندا هئا. پوءِ هڪ ڏينهن انهن کي ذبح ڪري انهن جو گوشت هڪ ٻئي سان گڏائي ڇڏيائون ۽ ٿورو ٿورو حصو ڪري مختلف جبلن تي ڦٽو ڪري آيا صرف انهن جون منڍيون پنهنجي هٿ ۾ ڪٽي پوءِ انهن کي سڏيائون ته انهن جو گوشت اڏري هرهڪ پکي جي منڍي سان اچي مليو ۽ سيئي پکي خدا جي قدرت سان زندهہ ٿي سندس سامهون اچي پهتا.

## پٽ جي قرباني:

الله تعاليٰ حضرت ابراهيم عليه السلام کي ان وقت هڪ امتحان ۾ وڌو، ڪانئس سندس سڪيلڌي پٽ جي قرباني گهريائين، حضرت ابراهيم عليه السلام، الله تعاليٰ جي حڪم کي مڃيندي پنهنجي پياري پُٽ جي قرباني لاءِ سندس ڳچيءَ تي ڇُري ڦيرائي ته الله تعاليٰ جي قدرت سان سندس پُٽ بجاءِ هڪ گهيٽو ذبح ٿي ويو. مسلمان ذوالحج جي ڏهين تاريخ حضرت ابراهيم عليه السلام جي قرباني جي يادگار طور عيد الاضحيٰ ملهائيندا آهن ۽ قرباني ڪندا آهن.

پيارا ٻارو! اسان ڪي گهرجي تہ اسين حضرت ابراهيم عليه السلام جي روشن ۽ پاڪيزه زندگي مان سچائي، ايمانداري ۽ قرباني جا درس حاصل ڪريون.

## سبق جو خلاصو

- حضرت ابراهيم عليه السلام کي ٽن مذهبن جا پيروڪار الله جو سچو نبي مڃن ٿا.
- حضرت ابراهيم عليه السلام ميسوپوٽيميا جي قديم شهر "اُر" ۾ 2067 قبل مسيح ۾ ڄائو.
- خواب ذريعي الله تعاليٰ ڪائنس سڪي لڌي پُٽ جي قرباني گهري تہ ابراهيم عليه السلام ان کي قربان ڪرڻ لاءِ مٿس ڇري وهائي پر الله تعاليٰ پنهنجي قدرت سان ان جي جاءِ تي گهيٽي کي رکي سندس پٽُ کي بچائي ورتو.

## مشق

### شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي:

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. حضرت ابراهيم عليه السلام جي نبي هئڻ بابت قرآن مجيد ۾ ڪهڙو فرمان آهي؟
2. حضرت ابراهيم عليه السلام جي ولادت ڪهڙي شهر ۾ ٿي؟
3. حضرت ابراهيم عليه السلام کي ڪيترا پُٽ هئا؟
4. حضرت ابراهيم عليه السلام جي زندگيءَ مان ٻڌايو تہ سفر ڪيڏو نہ اهم آهي؟
5. حضرت ابراهيم عليه السلام جا معجزا بيان ڪريو؟

### (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. نبي لفظ جي معنيٰ ...................... آهي.
2. حضرت ابراهيم عليه السلام کي الله تعاليٰ ايمانداري ۽ سچائي جي ڪري ...................... سڏيو آهي.
3. تورات ۾ ٻه ڪيس ................... سڏيو ويو آهي.
4. الله تعاليٰ ڪانئس سندس سڪيلڌي پُٽ جي ...................... گهري.
5. مسلمان .................... تاريخ تي عيدالاضحيٰ ملهائيندا آهن.

### (ج) صحيح جملن جي سامهون "✓" ۽ غلط جملن جي سامهون "X" جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| • مسلمان، مسيحي توڙي يهودي حضرت ابراهيم عليه السلام کي پنهنجو پيشوا مڃين ٿا. | | |
| • حضرت ابراهيم عليه السلام مديني ۾ ڄائو | | |
| • پنهنجي پُٽ کي ڪهڻ لاءِ جڏهن ڇري ڦيريائين ته اتي هڪ هرڻ موجود هو. | | |
| • حضرت ابراهيم عليه السلام جي قربانيءَ واري ياد ۾ مسلمان عيد الاضحيٰ ملهائيندا آهن. | | |

### (د) حصي”الف“ کي حصي ”ب“ سان ملائي جملا درست ڪريو:

| حصو- الف | حصو- ب |
|---|---|
| • بائبل ۾ آهي تہ | • ٽن وڏن مذهبن جو پيشوا آهي. |
| • تورات ۾ بہ ڪيس | • نبي سڏيو ويو آهي. |
| • حضرت ابراهيم عليه السلام دنيا جي | • خليل الله (الله جو دوست) آهي. |
| • حضرت ابراهيم عليه السلام جو لقب | • حضرت ابراهيم عليه السلام الله تعاليٰ جي تابعداري ڪئي. |

## استادن لاءِ سرگرمي

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي حضرت ابراهيم عليه السلام جي سچائي، ايمانداري ۽ قرباني جي واقعن متعلق ڄاڻ ڏين.
- حضرت ابراهيم عليه السلام جيڪي سفر ڪيا تن بابت ڄاڻ ڏيڻ لاءِ شاگردن ۽ شاگردياڻين کي گلوب يا نقشن تي سمجهائي ڏين.

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| پيشوا | اڳواڻ ، رهنما |
| رب | پالڻهار، پاليندڙ |
| پيروڪار | پوئلڳ |
| سڪيلڌو | لاڏلو، پيارو |
| بشارت | خوشخبري |
| ذبح ڪرڻ | ساهہ وٺڻ ، ڪُهڻ |
| خليل الله | الله جو دوست |
| قديم | پراڻو، آڳاٽو |
| ڄائو | پيدا ٿيو |
| تورات | موسيٰ عليه السلام تي نازل ٿيل آسماني ڪتاب |
| ميسوپوٽيميا | عراق جو پراڻو نالو |
| تابعداري | فرمانبرداري، حڪمن جي پيروي |